(ٻاراڻو ادب سيريز)

# آڪاٽيون



سهيڙيندڙ:
ولي محمد طاهرزادو



سنڌي ادبي بورڊ





# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان سورھ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

# آکاڻيون

(پاڳو پهريون)


سهيڙيندڙ

ولي محمد طاهرزادو

تصحيح

عبدالحفيظ قريشي





سنڌي ادبي بورڊ

ڄامشورو. سنڌ

2005ع

ڇاپو پهريون آگسٽ 2005ع تعداد 2000

ٽائيٽل ڪور: عبدالحفيظ قريشي
لي آئوٽ : سيد سڪندر علي شاهه ۽ سيد مير علي شاهه

قيمت : پنجاهه رپيا
Price.Rs.50-00

خريداريءَ لاءِ رابطو:

سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گھر
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(فون ۽ فيڪس نمبر: 633679 - 0222)
Email Address: sindhiab@yahoo.com
Website: www.sindhiab.com

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ انعام الله شيخ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست

# ڇپائيندڙ پاران

هيءَ هڪ حقيقت آهي، تہ ٻاراڻو ادب ئي ڪنهن قوم جي اوچي علمي ۽ ثقافتي اوسر جي پيڙهہ جو پهريون پٿر هوندو آهي. جيڪا قوم جيترو وڌيڪ ۽ معياري ٻاراڻو ادب تخليق ڪندي آهي، ان قوم ۽ سماج جي بقا ۽ ترقيءَ جا اوترائي وڌيڪ امڪان پيدا ٿيندا ويندا آهن. دُنيا جا سڀ ڏاها ڏسين ٿا، تہ هڪ اعليٰ ۽ عاليشان سماج جي اڏاوت ان ريت ئي ممڪن ٿيندي آهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ جيتوڻيڪ ٻاراڻي ادب جا ليکڪ تہ گهٽائي آهن. پر ٻاراڻو ادب اُن منزل تي اڃا پهچي ناهي سگهيو. جو اهو اسان جو آئيندو اڏيندڙ نسل لاءِ موهہ جو سبب بڻجي. هيءَ هڪ افسوس جوڳي ڳالهہ آهي، تہ دُنيا جي ٻين ٻولين جي ڀيٽ ۾ اسان پنهنجي ٻاراڻي ادب تي گهربل توجهہ نہ ڏئي سگهيا آهيون. جيڪا ڳالهہ سنڌي سماج جي مڙني حلقن ۾ محسوس ڪئي پئي. ان سلسلي ۾ وقت بوقت ڪيترن ليکڪن ۽ سجاڳ ۽ سڄاڻ حلقن مختلف ذريعن سان اهو احساس پڻ ڏياريو آهي. انهيءَ ڳالهہ جي اهميت کي محسوس ڪندي سنڌي ادبي بورڊ "ٻاراڻو ادب سيريز" لاءِ ڪيترائي نوان مسودا لکرائي ۽ هٿ ڪري ڇپائيءَ لاءِ تيار ڪيا آهن. هيءَ ڪتاب "آڪاڻيون" بورڊ پاران تازو شروع ڪيل "ٻاراڻو ادب سيريز" جو پهريون ڪتاب آهي.

ٻاراڻين آڪاڻين جي هِن ڪتاب جو مسودو سنڌي ادبي بورڊ جي "لوڪ ادب اسڪيم" سان لاڳاپيل هڪ ڏاهي فيلڊ ورڪر ۽ بورڊ جي اڳوڻي ڪارڪن محترم ولي محمد طاهرزادي ڪيترائي ورهيہ اڳ جوڙيو هو. جنهن کي بورڊ جي ڪُتبخاني ۾ رکيئي-شايد ٽي ڏهاڪا ٿي ويا هئا. موجوده انتظاميا انهن مسودن کي اوجهڙ مان ڪڍي، ڇنڊي ڦوڪي ۽ سنواري جديد طرز جي ڇپائيءَ سان مستقبل جي معمارن آڏو پيش ڪيو آهي. اُميد اٿئون، تہ سنڌ جا ٻالڪ هن تحفي کي دل ۾ جاءِ ڏيندي اُن جو مطالعو ڪندا ۽ پنهنجي ذهن کي روشني بخشيندا.

ڄامشورو، سنڌ
3 - رجب المرجب 1426هہ
بمطابق 10 - آگسٽ 2005ع

انعام الله شيخ
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# گهٽڻ جو ڀلو سو سين جو ڀلو

هڪڙي ٻڪرار کي ٻه ڌيئرون هيون. هڪڙي ڏيءُ، ڪنڀار سان پرڻايائين ۽ ٻي ڪڙميءَ سان. سندس ٻنهي نائين جا گهر ميل کن پري هڪڙي ڳوٺ ۾ هئا. پنج ڇهه مهينا رکي، ٻڪرار پنهنجي نائين ۽ ڌيئن سان ملڻ ويو. رستي ۾ اول آيو ڪنڀار جو گهر. اندر وجي خوش خير عافيت ڪري، احوال ورتائين. تڏهن ڌيڻس اکين ۾ پاڻي آڻي چيو، ته بابا! ڪهڙو ٿا حال پڇو؟ آويءَ ۾ ٿانءَ ٿيا ناهي وڏا اٿئون، پر ڏاڍي ڏپ ۾ آهيون، ته متان مينهن نه پئجي وجي ۽ مڙيئي مال نقصان ۾ نه وڃي. ڌيءَ کي دلجاءِ ڏيئي ٻڪرار اُٺي آيو ڪڙميءَ جي گهر. پنهنجي ٻيءَ ڌي وٽ. تنهن وري روئي چيس، ته بابا، ٻنيءَ ۾ ٻج ڇٽيو اٿئون. هاڻي رات ڏينهن ويٺا ٿا مينهن لاءِ واجهايون. جي ڪو مينهن وسيو، ته واهه! نه ته اسان جو حال ڪونهي. ٻڪرار ٻنهنجي ڌيئن جو هيءُ حال ڏسي ڳڻتيون ڪائيندو پوئتي موٽيو. ايندي ايندي واٽ تي هڪڙو پير مرد گڏيس. تنهن سان بيهي حال اوريائين. پير مرد چيس، ته ميان، تو آهن ڌيئون پرڻايون. تڏهن ٿو اڄ مينهن جو خيال پويئي! ڏاهو ٿيءُ، ڪجهه هوش ڌار. سانوڻ جو مينهن آهي رب جي رحمت. پل ته وسي، ته سڪار ٿئي ۽ ماڻهو چيٽو. پڪي پڪڻ سڀ خوش ٿين. پوڪون ٿينديون، ته تنهنجي ڪنير کي به آهت ۾ گنج ملي ويندا. باقي ٿانوَ، سي هو ٻيا به گهـڙي وٺندو. ٿون ڇيڙي ڪري پيو جڳ جو خير گهر. ٻڌو ڪونه اٿيئي ته،

گهٽڻ جو ڀلو، سو سين جو ڀلو.





# گوسڙو ڇوڪر

هو سچي اسڪول ۾ گوسڙو طور بدنام هو. خالي پيرڊن ۽ رسيس ۾ اسڪول کان غائب ٿي ويندو هو. ڇو؟ اهو اڃا تائين ڪير سمجهي نہ سگهيو هو. هو ڇهين جماعت انگريزيءَ ۾ پڙهندو هو ۽ هميشہ ساڳيو ئي وڳو پائي اسڪول ۾ ايندو هو. شايد هن وٽ اهوئي هڪ وڳو هو. هرڪو ايئن سمجهندو هو، تہ هن کي اسڪول جو ڪو خيال ئي ڪونهي.

ڇوڪرا هن تي چٿرون ڪندا هئا ۽ ماستر ڪيس نفرت سان ڏسندا هئا. پر تڏهن بہ هو اهڙي جو اهڙو، اهي ئي ڪپڙا ۽ اهوئي اسڪول مان ڀڄڻ. ڇوڪرا سندس متعلق طرح طرح جون ڳالهيون ڪندا هئا. ڪو چوندو هو، تہ رولو آهي، ڪو چوندو هو، تہ هن کي پڙهڻ سان شوق نہ آهي، سو روز روز اسڪول مان ڀڄي ٿو وڃي. مطلب تہ جيترا وات اوتريون ڳالهيون. هو سڀ ڪجهہ ٻڌندو هو ۽ هميشہ چپ رهندو هو!



سچي اسڪول ۾ سندس ڪوبہ اهڙو دوست ڪونہ هو، جنهن سان هو حال اوري. ڪڏهن ڪڏهن ايئن لڳندو هو، تہ هو ڪنڌ هيٺ ڪري سوچي رهيو آهي، تہ پنهنجي ڪلاس جي ڇوڪرن کي ٻڌائي ڇڏي. تہ اسڪول مان ڇو ڀڄي ويندو آهي. پر هن ڪڏهن بہ ڪا ڳالهہ ڪانہ ڪئي. هميشہ چپ رهندو هو ۽ سوچيندو رهندو هو. تان جو ماستر صاحب رڙ ڪري چوندو هو، ارشد. ڪلاس ۾ آهين ڪي گهر ۾؟ سڌو ٿي ويهہ! اتي هن جو ڌيان ماستر صاحب ڏانهن ٿي ويندو هو ۽ ڪتاب کڻي سڌو ٿي وهندو هو.

اجهو ايئن ڏينهن گذرندا ويا. صبح، شام، هفتا ۽ پوءِ مهينا گذري ويا. تان جو سال پورو ٿيو ۽ ساليانو امتحان ٿيو. جڏهن نتيجو نڪتو، تہ ارشد پهريون نمبر بيٺو. جنهن کي ڏس تہ ڏندين آڱريون!! هر ڪو ايئن سمجهڻ لڳو، تہ نقل ڪري پهريون نمبر بيٺو آهي.

اڄ بہ ٻئي پيرڊ کان پوءِ هو اسڪول مان غائب ٿي ويو. گهڻي ڇوپڇو ڪانہ ٿي. ڇوڪرا سندس انهن عادتن ۽ ڳالهين سان هري مري ويا هئا. پر ٽن ڇوڪرن فيصلو ڪيو، تہ جڏهن هو ٻئي دفعي اسڪول مان ويندو، تڏهن ان جي پٺ وٺي معلوم ڪندا، تہ هو هر روز ڪيڏانهن ٿو ڀڄي وڃي. ٻئي ڏينهن بہ هو حسابن جي خالي پيرڊ ۾، اسڪول مان غائب ٿي ويو. اسڪول جي ڏاڪڻ تہ لهي هيٺ آيو ۽ يڪدم هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳو. تہ ڪو ماستر تہ ڪونہ ٿو ڏسي. جڏهن هن کي ڪير بہ ڏسڻ ۾ نہ

6

آيو. تڏهن تڪڙو تڪڙو اڳتي وڌڻ لڳو. هوڏانهن ٽنهي ڇوڪرن به هن جو پيڇو ڪرڻ شروع ڪيو.

ارشد رستي جي سامهون هڪ هوٽل ۾ ويو ۽ ميز تان ٻه شربت جا گلاس هٿ ۾ کڻي، رستي تي هيڏانهن هوڏانهن چڪر هڻڻ لڳو. هوٽل جي پر ۾ هڪ دڪان هو. تنهن جي مالڪ کيس ڏسي رڙ ڪري چيو. او ڇوڪرا. جلدي ٻه چانهيون ته کڻي اچ! "حاضر سائين" چئي هو هوٽل ۾ ويو ۽ ٻه چانهه جا ڪوپ کڻي دڪان جي طرف مڙيو. ٽنهين ڇوڪرن جڏهن اهو لقاءُ ڏٺو، تڏهن هنن جون اکيون کليون رهجي ويون. هو هڪ ٻئي جو منهن تڪڻ لڳا، ڇڻ نظرن ئي نظرن ۾ هڪ ٻئي کان ڪجهه پڇي رهيا هئا. اوچتو ارشد جي هنن تي نظر پئجي ويئي ۽ هو شرم ۾ ٻڏي ويو. پر وري ڪنهن خيال اچڻ سان هو تڪڙو تڪڙو هنن ڏي وڌيو ۽ اکين ۾ ڳوڙها آڻي چوڻ لڳو. مان غريب آهيان دوستو. پر رولو، لوفر ۽ بداخلاق نه آهيان. اتي هڪ دڪاندار سڏ ڪيو. اي ڇوڪرا. شربت جو گلاس ته کڻي اچ! ارشد تڪڙو تڪڙو هوٽل ڏانهن هليو ويو ۽ پوءِ هو ٽيئي ڇوڪرا اسڪول جي طرف واپس روانا ٿيا ۽ پوءِ سنت اول ڪلاس جي سڀني ڇوڪرن کي ۽ پوءِ ماستر کي اها خبر پيئي. جڏهن ارشد ڪلاس ۾ آيو، ته ڇوڪرن هن کان معافي ورتي ۽ ماستر کيس انعام ڏنو ۽ سفارش ڪري اسڪالرشپ به منظور ڪرائي ڏنائينس. هاڻي اهو ڇوڪرو اسڪول ۾ گوسڙو نه ٿو سڏجي. هينئر هو اسڪول جي سڀني ڇوڪرن ۾ سٺو ڇوڪر ليکيو وڃي ٿو.





# گدڙ ۽ ڪُڪڙ جي آڪاڻي

گدڙ کي هڪڙي ڏينهن دل ۾ اچي خيال ٿيو، ته ڪڪڙ کائي اڄ ڪو چڙهه ڪجي. سو صبح ساڻ سوير اٿي پنڌ پيو ۽ هلندي هلندي ڳوٺ جي ٻاهران ڪٽڪ ۾ لڪي وڃي ويهي رهيو. ايتري ۾ ڪڪڙ بہ ٻانگون ڏيندو لوڙهو ٽپي ڪنهن مهل وڃي اتي نڪتو. گدڙ سوچيو، ته جي ٿو ڪڪڙ کي جهٽ هڻان، تہ ويندو پڇي. ڳوٺ جا ڪتا پيا ٿا آسپاس ڦرن. مورڳو پنهجي ويندس آزار ۾. سو ماٺڙي ڪري چپ ٿي ويهي رهيو. تان جو ڪڪڙ بہ لڏندو لمندو اوريرو اچي هن جي ويجهو ڪٿي پهتو. اتي گدڙ هيٺانهين وٺي ڪڪڙ کي چوڻ لڳو. تہ يار ڪڪڙ، جهنگ ۾ واهه جا ٻير ڏسي آيو آهيان بس ڳالهه ئي نہ پڇ! اڄ تہ ٻئي هلي ٻير کائي ڪو چڙهه ڪريون! ڪڪڙ بہ نہ ٿئي اياڻو. سو گدڙ جي ڳالهه تي لڳي، اتي هن جي پٺيان هليو. هلندي هلندي نيٺ اچي جهنگ ۾ گهڙيا ۽ گدڙ سڌو وڃي هڪڙيءَ ٻير جي هيٺان بيٺو. ٻير هٿي سا ٻيرن ۾ جنجهي بيٺي ۽ گدڙ جو ڏنو تہ بنهه وات پيو پاڻي ٿئي! پر ٻيرن ڪان وڌيڪ هن کي تہ هو اڄ ڪڪڙ کائڻو. سو پاسو ڏيئي ڪڪڙ کي چوڻ لڳو. تہ ڪڪڙ يار. رات واءَ تي جيڪي ٻير ڇڻيا، سي آءٌ جو آيس توکي وٺڻ، تہ پٺيان ٻيا گدڙ چونڊي هڙڪائي ويا. هاڻ ڪر ڪو وارو، نہ تہ جهڙا آياسين، تهڙا نہ آياسين. توکي تہ خبر آهي، تہ ٻير تي پاڻ چڙهي ڪونہ ڇاٽان. سو تون ئي ڪا پڙڪي ڪر. مٿي چڙهي تون بہ ٻير کاءُ ۽ ڪجهه هيٺ بہ موڪل، تہ کائي ڪا هنئين جهل اسين بہ ڪري وٺون. گدڙ جي هيءَ سنئين سڌي ڳالهه ٻڌي، ڪڪڙ ٽپ ڏيئي وڃي ٻير جي هڪڙيءَ لام تي ويٺو ۽ امالڪ ڇهنب سان بہ هڪڙا ڳاڙها ڳاڙها پڪا وڏا مٺا ٻير پٽي هيٺ گدڙ کي اڇلائي ڏنائين. جيڪي گدڙ جهٽ هٿي هڙپ ڪري، اتي جو اتي کائي ڇڏيا. پوءِ ڇا ٿيو. جو هڪڙا ڪچا ڇهڇ ساوا ڪٽا ڪنا ٻير ڪنهن طرح پنهجي اچي هيٺ پٽ تي ڪريا ۽ اهي بہ جهٽ هٿي هڙپ ڪري گدڙ کائي ويو. ايتري ۾ ڪڪڙ جو پيٽ ڀلا جهرڪيءَ جيڏو. سو ويو ڀرجي، سو سمجهيائين، تہ گدڙ جو پيٽ بہ ڀرجي ويو هوندو. پر هوڏانهن گدڙ بہ ويٺو هو تاڙ ۾. سو جهڙو ٿو ويچارو ڪڪڙ ٽپڪو ڏيئي هيٺ لٿو، تهڙو گدڙ دير ئي ڪانہ ڪئي ۽ جهٽ هٿي هڙپ ڪري ڇڏيائينس. بس پوءِ تہ ڪڪڙ کائي گدڙ ڇڻ ڇتو ٿي پيو. اچي جا ڏاڻ هريس، تہ ٻانئي تہ ڪاوان ۽ ڪاوان. پيٽ بہ هجيس ڪا انود ڪاسائيءَ واري ڪڏ. سو ڀرجيس ئي نہ. جهڙيون مڙس کي پنوائيون! وٺي ڪٿي هڪڙي پاسي لوهه ڪيائين. پڇندو وڃي، پڇندو وڃي. ڏسي تہ هڪڙي پوڙهي مائي آهي، سا دال ويٺي رڌي. پوڙهيءَ کي چيائين، تہ پوڙهي ڙي پوڙهي توکي کائيندس.

پوڙهيءَ چيس، تہ مون کي ڇو کائيندين؟ مون تنهنجو ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي؟

گدڙ چيس، تہ ٻہ ڪچا ٻير کاڌم، ٻہ پڪا ٻير کاڌم، ڪڪڙ پنهنجو يار کاڌم، توکي نہ کان!

ايئن چئي، جهٽ هٿي، هڙپ ڪري پوڙهيءَ کي دال ۽ ڪنيءَ سوڌو کائي ڇڏيائين.

.... ۽ وٺي اڳتي پڳو. پڇندو وڃي پڇندو وڃي، تہ ڏسي تہ هڪڙي ڇوڪري آهي، سا ويٺي ڇيڻا

8

ڇونڊي. ڇوڪريءَ کي چيائين، تہ ڇوڪري ڙي ڇوڪري، توکي کائيندس.

ڇوڪريءَ چيس، تہ مون کي ڇو کائيندين؟ مون تنهنجو کهڙو ڏوهہ ڪيو آهي؟

چيائين، تہ ٻہ ڪچا ٻير کاڌم، ٻہ پڪا ٻير کاڌم، ڪکڙ پنهنجو يار کاڌم، دال رڌيندي پوڙهي کاڌم توکي نہ کان!؟



ايئن چئي، جهٽ هٽي، هڙپ ڪري، ڇوڪريءَ کي ڇيڻن ۽ ڪاريءَ سوڌو کائي ڇڏيائين.

...... ۽ وڃي اڳتي پڳو، ڇڄندو وڃي، ڇڄندو وڃي، تہ ڏسي تہ هڪڙو ٻڪرار آهي، سو ٻڪريون ٻيٺو چاري. ٻڪرار کي چيائين، تہ ٻڪرار ڙي ٻڪرار توکي کائيندس.

ٻڪرار چيس، تہ مون کي ڇو کائيندين؟ مون تنهنجو کهڙو ڏوهہ ڪيو آهي؟

چيائين، تہ ٻہ ڪچا ٻير کاڌم، ٻہ پڪا ٻير کاڌم، ڪکڙ پنهنجو يار کاڌم، دال رڌيندي پوڙهي کاڌم، ڇيڻن ڇونڊيندي ڇوڪري کاڌم، توکي نہ کان!؟

ايئن چئي، جهٽ هٽي، هڙپ ڪري، ٻڪرار کي ٻڪرين ۽ ڇيلين سوڌو کائي ڇڏيائين.

...... ۽ وڃي اڳتي پڳو، ڇڄندو ڇڄندو وڃي، تہ ڏسي تہ هڪڙو ريڍار آهي، سو رڍون پيو چاري. ريڍار کي چيائين، ريڍار ڙي ريڍار توکي کائيندس.

ريڍار چيس، مون کي ڇو کائيندين؟ مون تنهنجو کهڙو ڏوهہ ڪيو آهي؟

چيائين، تہ ٻہ ڪچا ٻير کاڌم، ٻہ پڪا ٻير کاڌم، ڪکڙ پنهنجو يار کاڌم، دال رڌيندي پوڙهي کاڌم، ڇيڻن ڇونڊيندي ڇوڪري کاڌم، ٻڪرين چاريندي ٻڪرار کاڌم، توکي نہ کان!؟

ايئن چئي، جهٽ هٽي، هڙپ ڪري، ريڍار کي رڍن ۽ گهيٽن سوڌو کائي ڇڏيائين.

...... ۽ وڃي اڳتي پڳو، ڇڄندو وڃي ڇڄندو وڃي، تہ ڏسي تہ هڪڙو ڳنوار آهي، سو ڳئون ٻيٺو چاري. ڳنوار کي چيائين، تہ ڳنوار ڙي ڳنوار اڄ مان توکي کائيندس.

ڳنوار چيس، ته مون کي ڇو کائيندين؟ مون تنهنجو ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي؟

چيائين، ته ٻه ڪچا ٻير کاڌم، ٻه پڪا ٻير کاڌم، ڪڪڙ پنهنجو يار کاڌم، دال رڌيندي پوڙهي کاڌم، ڇيٽڻ ڇوندبيندي ڇوڪري کاڌم، ٻڪرين چاريندي ٻڪرار کاڌم، رڍن چاريندي ريڍار کاڌم، توکي نه کائان!؟

ايئن چئي، جهٽ هٽي، هڙپ ڪري، ڳنوار کي ڳئن ۽ ڳابن سوڌو کائي ڇڏيائين.

...... ۽ وٺي اڳتي ڀڳو. ڀڄندو وڃي ڀڄندو وڃي، ته ڏسي ته هڪڙو ميهار آهي، سو مينهون بيٺو چاري. ميهار کي چيائين، ميهار ڙي ميهار، توکي کائيندس، ميهار چيس، مون کي ڇو کائيندين؟ مون تنهنجو ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي؟

چيائين، ته ٻه ڪچا ٻير کاڌم، ٻه پڪا ٻير کاڌم، ڪڪڙ پنهنجو يار کاڌم، دال رڌيندي پوڙهي کاڌم، ڇيٽڻ ڇوندبيندي ڇوڪري کاڌم، ٻڪرين چاريندي ٻڪرار کاڌم، رڍن چاريندي ريڍار کاڌم، ڳئن چاريندي ڳنوار کاڌم، توکي نه کائان!؟

ايئن چئي، جهٽ هٽي، هڙپ ڪري ميهار کي مينهين ۽ وڇن سوڌو کائي ڇڏيائين.

...... ۽ وٺي اڳتي ڀڳو. ڀڄندو وڃي ڀڄندو وڃي، ته ڏسي ته هڪڙو اوٺار آهي، سو اُٺ بيٺو چاري. اوٺار کي چيائين، اوٺار ڙي اوٺار توکي کائيندس.

اوٺار چيس، مون کي ڇو کائيندين؟ مون تنهنجو ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي؟

چيائين، ته ٻه ڪچا ٻير کاڌم، ٻه پڪا ٻير کاڌم، ڪڪڙ پنهنجو يار کاڌم، دال رڌيندي پوڙهي کاڌم، ڇيٽڻ ڇوندبيندي ڇوڪري کاڌم، ٻڪرين چاريندي ٻڪرار کاڌم، رڍن چاريندي ريڍار کاڌم، ڳئن چاريندي ڳنوار کاڌم، مينهن چاريندي ميهار کاڌم، توکي نه کائان!؟

ايئن چئي، جهٽ هٽي، هڙپ ڪري اوٺار کي اُٺن سوڌو کائي ڇڏيائين.

...... ۽ وٺي اڳتي ڀڳو. ڀڄندو وڃي ڀڄندو وڃي، ته پريان ڏسي ته درياءُ آهي، سو ٻنهي ڪنڌئين تار ڀريو، ٽمٽار ٿيو، گوڙگاٽ ڪندو، وهندو پيو وڃي. اتي گدڙ کي به اچي اُڃ ورايو، سو سهڪندو سهڪندو وڃي درياءَ جي ڪپ تي بيٺو ۽ درياءَ کي چيائين، ته درياءَ ڙي درياءَ آءٌ توکي کائيندس.

درياءَ کلي چيس، ته ڀلوڙي ميان گدڙ ڀلو، سڃاتو اٿمانءِ! پر يار اهو ته ٻڌاءِ، ته مون کي پيئندين يا کائيندين؟

گدڙ اتي گهڻو ئي ڪڪو وڪو ٿيو، پر منهن ڦڪو ڪري درياءَ کي چوڻ لڳو، ته درياءَ ڙي درياءَ، ٻه ڪچا ٻير کاڌم، ٻه پڪا ٻير کاڌم، ڪڪڙ پنهنجو يار کاڌم، دال رڌيندي پوڙهي کاڌم، ڇيٽڻ ڇوندبيندي ڇوڪري کاڌم، ٻڪرين چاريندي ٻڪرار کاڌم، رڍن چاريندي ريڍار کاڌم، ڳئن چاريندي ڳنوار کاڌم، مينهن چاريندي ميهار کاڌم، اُٺين چاريندي اوٺار کاڌم، توکي نه کائان!

ايئن چئي، جهٽ هٽي، لڳو درياءَ کي هڙپ ڪرڻ. پر ڪيڏانهن درياءُ ڪيڏانهن گدڙ. گدڙ جو ڏٺو ته پيٽ ڦوڪجي ويو. دوڏا ٻاهر نڪري آيا ۽ باقي وڃي رڳو ڪن بچيس. پر تڏهن به بس ڪٿي ڪري ته به نهيو. اهڙي ڪا اُڃ هئس، جو درياءَ ۾ منهن جو وڌائين، سو ٻاهر ئي نه ڪڍي. پيئندو وڃي پيئندو وڃي، پيٽ وڃيس ٿيئن ڦوڪبو، پر درياءَ کٽي ئي نه. پيئندي... پيئندي... پيئندي... ۽ ڪيڏيءَ مهل

ٿيو ڦٽا... تہ ڦوڪڻي وانگر پيٽ ڦاٽي پيس. پيٽ جو ڦاٽي پيس، تہ پاڻي جيڪو پيتو هئائين، سو گڙ گڙ ڪندو موٽي درياءَ ۾ وهي ويو ۽ ہ ڪچا ٻير ہ اُڇلجي وڃي پري پيا ۽ ہ پڪا ٻير ہ اڇلجي وڃي پري پيا ۽ ڪڪڙ هو، سو ڪُڪڙو ڪو ڪندو جهڙو هو تهڙو هڪدم ٻاهر نڪري آيو.

ڪالهہ ڏٺوسون، تہ پوڙهي مائي هئي، تنهن وٺي دال رڌي، ڇوڪري هئي، تنهن وٺي ڇيڙا چونڊيا، ٻڪرار هو، تنهن ٻيٺي ٻڪريون چاريون، ريڍار هو، تنهن ٻيٺي رڍون چاريون، ڳئوار هو، تنهن ٻيٺي ڳئون چاريون، ميهار هو، تنهن ٻيٺي مينهون چاريون، اوٺار هو، تنهن ٻيٺي اٺ چاريا ۽ گدڙ هو، جو سڪل ڍنگهر وانگر ٽنگون ٽيڙيو درياءَ جي ڪپ تي پيو هو ۽ سرٽيون ۽ ڳجهون هيون، سي متائنس ولر ڪيو ويٺيون هيون ۽ هوڏانهن درياءَ بادشاهہ هو، سو اهوئي اڳي وانگر ٻنهي ڪنڌئين تار پريو، ٽمٽار ٿيو، گڙ گڙ ڪندو اڳتي وهندو پئي ويو.





# هڪ ڪُئيءَ جي شادي

هڪ ڀيري جي ڳالهہ آهي، تہ جپان جي ڪنهن شهر جي هڪ وڏي اَنَ جي گودام ۾ هڪڙو ڪراڙو ڪوئو ۽ سندس ڪراڙي زال ڪُئي رهندا هئا. وٽن چانورن جا ڍڳ لڳا پيا هوندا هئا. تنهن ڪري سندن وقت ڏاڍو سکيو گذرندو هو. انهيءَ چانورن واري اَن ڪان سواءِ وٽن هڪ ٻيو بہ ڌن هو. سندن ڌيءُ، جا سچ پچ ڌن هئي. اڇي اڇي جهڙي کير ۽ ڪنڊي ڪنڊي جهڙي پشم. سندس اکيون چمڪندڙ ۽ سندس چهرو گلابي. هوءَ ايتري تہ سهڻي ۽ من موهڻي هئي، جو پري پري کان جوان ۽ سهڻا ڪوئا ڪڏهن هن جي سڱَ لاءِ ايندا هئا. پر سندس مائٽن جي دل ئي نہ چوندي هئي، جو ڪٺي اهڙن ڇپن ۽ خسيس ڪوئن سان پنهنجي لاڏلي ڌيءُ جي شادي ڪن.

هو چوندا هئا، "هون، اسان تہ اهڙن ڪنن ۽ خسيس ڪُوئن کي پنهنجي پوپري ڌيءُ ڏيون. اسان جي ڌيءُ سان تہ ڪو ستن ملڪن جو شهزادو ڪوئو شادي ڪندو. اسان تہ ڌيءُ ان کي ڏينداسون، جنهن جو مَٽَ ڪو ڪونہ هجي. جيڪو جپان ۾ سڀ کان وڌيڪ سگهہ وارو هجي."

هڪ ڏينهن جيئن ئي هنن پنهنجي ڌيءُ بابت پئي سوچيو، تہ اوچتو ڪراڙيءَ جي اک وڃي سج تي پيئي. ڪانئس رڙ نڪري ويئي. او اڄهو منهنجو ڇاتو! ڪراڙي کي بہ دل سان ڳالهہ لڳي آئي ۽ هنن پنهنجي ڌيءُ کي ڪنوار وارو وڳو اوڍايو. اهو وڳو مٿس ايترو تہ ٺهيو پئي، جو ڇا ڇئجي! ٻنهہ پري پئي لڳي پري!!

۽ هاڻ هنن ٽنهين سفر شروع ڪيو. هلندا رهيا، هلندا رهيا، تان جو هڪ ڏينهن وڃي سج کي پهتا. ڪراڙي ادب سان نئڙي سج کي چيو، "اي ٻاجهہ ڀريا سج! هن دنيا ۾ تون ئي سڀن کان وڌيڪ سگهہ وارو آهين. اسان توکي پنهنجي نياڻيءَ جو سڱَ ڏيڻ آيا آهيون."

سج مرڪندي وراڻيو، چاچا ڪُوئا، تنهنجا لک ٿورا، جو مون کي ان لائق سمجهيو اٿيئي. مان تہ خوشيءَ سان سائس شاديءَ ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، پر چاچا، هن دنيا ۾ هڪ اهڙي بہ شيءِ آهي، جيڪا مون کان وڌيڪ سگهہ واري آهي.

ڪراڙي ۽ ڪراڙيءَ جا حيرت وچان وات ئي ڦاٽي ويا. هنن ڇوهہ ۾ پڇيو ڪير، ڪير؟

ٻيو وري ڪير هوندو ڀلا، سواءِ ان ڪڪر جي! جڏهن بہ مون چاهيو آهي، تہ پنهنجن ڪرڻن سان ڌرتيءَ کي گرمايان، تہ اهو آيو ۽ مون کي نيست ڪري هليو ويو.

واهہ جي ڳالهہ ڪئي اٿئي ابا! اسان اڄهو تہ وٽس وڃون. هو ادب سان نئڙيا ۽ ڌيءُ سان گڏ ڪڪر ڏانهن روانا ٿيا.

ڪڪر او ڪڪر! تون هن دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ سگهہ وارو آهين. آسان جي نياڻيءَ سان شادي ڪندين؟

ڪراڙا، ڀُليو آهين، مون کان وڌيڪ سگهہ واءُ کي آهي. جڏهن بہ آيو آهي، منهنجا ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيا اٿس.

سچ ٿو چوين پٽ، سچ ٿو چوين! ڪراڙيءَ ۽ ڪراڙيءَ گڏجي چيو. پوءِ هو ڌيءَ ساڻ ڪري واءُ ڏانهن هليا.
واءُ او واءُ! تون سڀ کان وڌيڪ سگهه وارو آهين. اسان جي ڌيءَ سان شادي ڪندين؟

اوهان جي وڏي مهرباني، پر مون کان به ڪو وڌيڪ سگهه وارو آهي. آءٌ ڪيترو به زور سان لڳان، پر مجال آهي، جو هنن سرن جي ڀت جي ڪَـنُ تي ڪا جونءِ به رڙهي. بس ڀت ڪيترو بيٺو هوندو. منهنجي سگهه جي ته ڪيس ڪا پرواهه ئي ڪانهي!

ويچارن ڪراڙي ۽ ڪراڙيءَ جا منهن ئي لهي ويا. هنن روئنهارڪي آواز ۾ چيو. ته برابر ابا برابر سورنهن آنا سچ ٿو چوين. هاڻ ڇڳو ايئن ٿيندو، جو وڃي ڀت کي پنهنجي نياڻيءَ جو سڱ ڏيون.

پوءِ هو پنهنجي ڌيءَ سان گڏ ڀت وٽ آيا ۽ کيس پنهنجي ڌيءَ جو سڱ آڇيائون.

ڀت ٿڌو ساهه ڀري وراڻيو. برابر مون کي واءُ ڪونه ٿو ڪيرائي سگهي، پر هرو ڀرو مان ئي سڀ کان وڌيڪ سگهه وارو ڪونه آهيان. انهن توهان جي ذات وارن ڪوئن اڳيان ته منهنجي هڪ به ڪانه هلندي آهي. اڃيو مون ۾ ٻر کيو وڃن. آءٌ ڪيترو به کين جهليان. پر هو منهنجي ڪا ڪاڻ ئي ڪانه ڪين. ڇڳو ائين، ته ڪنهن ڪوئي کي وڃي پنهنجي ڌيءَ ڏيو.

ايترو ٻڌ ڪري ڪري، ٽنگون هٽي هٽي ويچاري ڪنوارڙي ته ٻنهه ٽڪجي پيئي هئي. سندس اکيون ڀرجي آيون. مچون ڏکڻ لڳس ۽ ڏکندي ڏکندي پنهنجي پيءُ ماءُ کي چيائين، او اما. او بابا. منهنجي شادي اسان جي خسيس پاڙيسري ڇُوسيوڪ سان ڪرايو!

سندس ماءُ پيءُ جا به هاڻي هوش جاءِ آيا هئا. هنن فخر سان وراڻيو، نه نه، چوسيوڪ ڪو خسيس ڪُوئو آهي ڇا! هو ته جهان ۾ وڌيڪ سگهه وارو آهي. اجهو تنهن ڏينهن فلاڻي ڀت ۾ هيڏو سارو ٻرڙ کير اٿائين. اسان تنهنجي شادي ساڻس ئي ڪرائينداسون.

پوءِ هنن جهٽ پٽ ڪٺي خسيس چوسيوڪ سان پنهنجي پوپري ڌيءَ جي شادي ڪرائي ۽ وڏي ڌام ڌوم سان هنن کي ساڻس گڏي اماڻي ڇڏيائون. شاديءَ کان پوءِ پوپري ۽ چوسيوڪ جي زندگي ڏاڍي سکي گذرڻ لڳي. هو ڪراڙي ۽ ڪراڙيءَ جي به خدمت چاڪري ڪندا رهندا هئا. کين ڪوڙ پٽڪڙا پٽڪڙا ٻار به ڄاوا. سندن ڪٽنب به ڏينهون ڏينهن وڌندو ويجهندو رهيو.



# رِيسارو هنج

هڪڙو هو هنج پکي. صفا بي عقل هو. بنهه ڇريو ڇٽ. ويتر وري جو ريس ۽ هبچ هئس، سو ڪنهن سان به نه پوندي هئس. هبچ به اهڙي، جو جيڪا شيء ڏسي، سا چوي ته مون وٽ هجي. سدائين پيو پين سان وڙهندو هو. ڀلا اهڙي هنج جو ڪير دوست ٿيندو؟ ڪيس ڏسي هرڪو پيو پري ڀڄندو هو ۽ ايئن چوندو هو. مارا هيء ته ڏسو. پنهنجي وٽ ڪان پيو ٻاهر وڃي.

هڪڙي پيري انهيء هنج بدڪ کي تلاء ۾ وهنجندي ڏٺو. بدڪ جي ننڍڙي سُهڻي ڳچي ڏسي دل سرڪيس ۽ پنهنجي منهن چوڻ لڳو. جيڪر منهنجي ڳچي به اهڙي سُهڻي هجي ها! نيٺ هوريان هلندو اچي بدڪ جي ويجهو بيٺو ۽ چيائينس، اچ ته پنهنجون ڳچيون مٽايون! توکي مان پنهنجي ڳچي ڏيان ۽ تون مون کي پنهنجي ڳچي ڏي!

بدڪ کي اها ڳالهه ٻڌي اول ته حيرت لڳي، پوء نيٺ سوچي ويچاري چيائين، ته ڇگو اچ ته مٽايون. پوء هنن پنهنجون ڳچيون مٽايون. پر هنج لاء ڀلا بدڪ جي سهڻي ۽ ننڍي ڳچي ڪهڙي ڪم جي! ڪڏهن هيٺ پيو ڪريس، ڪڏهن مٿي پيو ڪريس، ڪڏهن پيو گول ڦيرائيس، ته ڪڏهن وري ڳچي مٿي ڪيو پيو ٽپا ڏيندو وڃي. اصل ڪل جهڙو ٿي پيو! هلندي هلندي واٽ تي پَيڻ پکي گڏيس. پيڻ جو هنج کي بدڪ جي ڳچي ڏٺي، سو اچي کِل ۾ ڇٽڪي، ڪل اصل جهل ئي نه ڏئيس. نيٺ ڪل جهلي هنج کي چيائين، ميان تون به نه کي هنج آهين، نه کي بدڪ. ايئن چئي پيڻ وري اچي ڪل ۾ ڇٽڪي. هنج کي اها ڳالهه ٻڌي ڪو ويچار ٿئي، سو ته نه، اٽلندو ڪاوڙ لڳس ۽ پيڻ سان جهيڙو شروع ڪرڻ وارو ئي هو، ته پيڻ جي ٿيلهيء واري ڇهنب تي وڃي اک پيس. وري دل سرڪيس. پنهنجي منهن چوڻ لڳو، جيڪر مون کي به اهڙي ٿيلهيء واري ڇهنب هجي ها! نيٺ رهيو نه ٿيس ۽ پيڻ کي چيائين، اچ ته پنهنجون ڇهنبون مٽايون. تون پنهنجي ڇهنب مون کي ڏي ۽ مان پنهنجي ڇهنب توکي ڏيان!

پيڻ کي اها ڳالهه ٻڌي وري اچي کل ڇٽڪي. چيائين ڇگو اچ ته ڇهنبون مٽايون. پوء هنج پنهنجي ڳاڙهي ڇهنب پيڻ کي ڏني ۽ پيڻ پنهنجي ٿيلهيء واري ڇهنب هنج کي ڏني.

بي عقل هنج ڀانئيو، ته ٻين پکين سان سودو ڪري پنهنجون شيون ڏيئي، سندن سهڻيون شيون هٿ ڪرڻ ڪو ڇگو ڪم آهي. سو جيڪو منهن سامهون آيس، تنهن ۾ ٿي اک وڌائين ۽ ساڻس سودو ڪيائين. ايئن هن پنهنجون ننڍيون ٽنگون ڏيئي، ٻگهه ڪان سندس ڊگهيون ۽ سنهيون ٽنگون ورتيون ۽ ڪانء کي پنهنجا اڇا کنڀ ڏيئي، ڪانئس سندس ڪارڙا ننڍڙا کنڀ ورتا.

هبچي هنج جي دل اتي به نه ڀري. واٽ تي مور گڏيس. ان جو سهڻو پڇ ڏسي دل سرڪيس. اول ته مور سندس ڳالهه مڃي نه پئي، پر هن جي زور ڀرڻ تي نيٺ پنهنجو ڊگهو سهڻو پڇ ڪيس ڏنائين. ايئن هنج ڪڪڙ ڪان سندس ڳاڙهي ڪلنگي (موڙ) به ورتي ۽ ڪانئس "ڪڪڙوڪُو" ڪرڻ به سکيائين.

14

هاٿي توهان سوچيو، ته هنج جي شڪل ڪهڙي نه بي ڊولي بيني هوندي! ننڍي سُهڻي ڳچي بدڪ جي، ٽيلهيءَ واري ڇهنب پيڻ جي، سنهڙيون ڊگهيون ٽنگون ٻڪ جون، ڪارڙا ننڍا پر ڪانءَ جا، ڊگهو ڊگهو سهڻو پڇ مور جو، ڳاڙهي ڪلنگي ۽ ٻانگ ڪڪڙ جي. بس اصل ڳالهه ئي نه پڇو! پڪ ئي پڪ، توهان مان ڪو ڪيس ڏسي ها، ته هوند کلي کلي کيرو ٿي پئي ها. پر هن هيجي ۽ بي عقل هنج کي ڪٿي ڪو ذرو به خيال ٿئي، اصل نه. ٿانءَ ۾ پرچي وڏيءَ آڪڙ سان مڙس سينجي اڳتي هليو. دل ۾ پانئيائين، ته هاٿي ته مون جهڙو سهڻو هنج پکي سڄيءَ دنيا ۾ نه هوندو! هلندي هلندي ڏسي ته ڪيترائي هنج پکي آهن، جي پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا پيا اچن. پانيائين ته ٻيلي واهه جي ڳالهه ٿي! هاٿي مان هنن تي رعب ٿو وجهان. بس منهنجا ڪر ڏسندا، ته حيرت ۾ پئجي ويندا ۽ چوندا، ته تون اسان سڀني جو سردار آهين. اها ڳڻ ڪري ڪانءَ وارا ننڍا پر ٺوڪي، بدڪ واري ڳچي ڊگهي ڪري، وڏي زور سان ڪيائين، "ڪڪڙوڪو!!"

هنجن ڪڪڙوڪو جو آواز ٻڌي ڪنڌ جو ورايو، ته هن هنج تي نظر پين. وڏي وٺس آيا ۽ حيرت ۾ ڏانهس ڏسڻ لڳا، "ڪان ڪان، هي ڪهڙو پکي؟" هڪڙي هنج حيرت ۾ پڇيو.

مان هنج آهيان! بي عقل هنج. پنهنجا ڪانءَ وارا پر ڦڙڪائي، بدڪ واري ڳچي مٿي ڪري، وڏيءَ آڪڙ سان جواب ڏنو ۽ وري زور سان ڪڪڙ جي ٻانگ ڏني، ڪڪڙوڪو، ڪڪڙوڪو! ۽ پوءِ چيائين، ته مان دنيا جو سڀ کان سهڻو هنج پکي آهيان. ڪڪڙو...ڪو!

هنجن کي اچي کل ورتو. ڏسو ته بس کل ۾ پيا ليٽن پيٽن. نيٺ چيائونس، ته چڱو جي تون هنج آهين، ته اسان سان گڏ هل. هنج سڌو ويا گاهه جا ڪچڙا پن ڪاٽڻ. ڌرتيءَ سان ڇهنب لڳائي، ننڍڙي گاهه جا ننڍڙي ڪان ننڍڙا سلا مزي سان ڇُهنب سان پٽي ڪاٽڻ لڳا. پر هي بي عقل هنج بکئي جو بکيو رهيو. ڇوته سندس وڏي پيڻ واري ڇُهنب گاهه جي ننڍن سلن کي جهلي ئي نه پئي سگهي. اها ته قدرتي طرح ايئن نهيل هئي، ته ان سان پاڻيءَ مان مڇيون جهلجن. هاٿي ڪاڏي پاڻيءَ جون مڇيون، ڪاڏي گاهه جا سلا! بي عقل هنج ڏاڍو لچي ٿيو. ٻين هنجن جڏهن گاهه کائي بس ڪيو، ته چيائون، هلو ته هلي تلاءَ ۾ وهنجون. سڀ هليا تلاءَ ڏانهن. پيا ته گهڙيا پاڻيءَ ۾. لڳا ترڻ. پر هي اسان وارو يار پلا ٻڪ جي ڊگهين ٽنگن سان ڪيئن تري سگهي! سو رڳو تلاءَ جي ڪپ تي پئي هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙيو. ڪيس ڏسي هنج لڳا کلڻ، ته هن وري شروع ڪيون پنهنجون ٻانگون: ڪڪڙو... ڪو، ڪڪڙو...ڪو.

مڃاڻ ته اتي پرپاسي سان ڪا لومڙ لڪي ويٺي هئي، تنهن جو ڪڪڙ جون ٻانگون ٻڌيون، سو دل ۾ چيائين، ته ٻيلي، شڪار ته واهه جو ڦاٿو آهي، پر هاٿي ڪا همت ڪريان. سو لڪندي لڪندي اچي تلاءَ وٽ نڪتي. ڏسي ته مار الاهي هنج پيا وهنجن. چيائين ته اڄ ته ڊو به ڊون جهڙو ڪنديس. سو ايئن ٿهي نڪي وٺي ٽي ٽپو ڏئي. هنجن جو ڏٺو لومڙ کي، سو "ڪان ڪان" ڪري وٺي سڀ اڏاڻا. اک ڇنڀ ۾ سڀ اڏامي ويا. باقي هيءُ بي عقل هنج اڪيلو رهجي ويو. ڇوته هيڏو سارو ٿلهو متارو پلا ڪانءَ جي ننڍڙن پرن سان ڪيئن اڏامي سگهي! گهڻي ئي پر ڦٽڪايائين، پر اڏامي نه سگهيو. تڏهن ڪوشش ڪيائين، ته ڊوڙي پڇي وڃان، سو ٻڪ وارين ڊگهين ٽنگن سان ٻه ٽي وڏا ٽپ ڏنائين، پر ٿيو ڇا، جو

سندس مور وارو ڏگهو پُڇ ڪانن ۾ ڦاسي پيو. ايتري ۾ لومڙ به اچي پهتس. اڇڻ سان ڳچيءَ ۾ چڪ وڌائينس. جڏهن مٽي هوا ۾ ٻين هنجن ڏٺو، ته ٻيلي اسان جي ساٿي جو سر ٿو وڃي، سو لامارا ڏيئي سڀ اچي لومڙ جي مٿان پيا ۽ اچي ٺونگن سان ورتائونس. لومڙ اچي ڦاٿي. دل ۾ چيائين، ته شڪار ته شڪار جي ماڳ، هي ٺونگن سان مورڳو مون کي شڪار ڪري وجهندا. سو هن ٻي عقل هنج کي ڇڏي وٺي ڀڳي. اجهو ايئن مس مس هن جي جان بچي. ٻن ٽن جاين تي لومڙ چڪ ته وڌا هئس، سو هنج سور کان ڪنجهي ڪنجهي نيٺ سنئون ٿي ويٺو ۽ ٻين هنجن ڏي نهاري چيائين: اوهان جي مهرباني جو منهنجي جان بچائي اٿوَ. نه ته جيڪر اڄ منهنجي سر جو خير ڪونه هو. پر هاڻي مان اڳتي لاءِ سبق سکيس. ايئن چئي، اتي جو اتي سيني جي روبرو بدڪ کي سندس نن‍ڍي سُهڻي ڳچي موٽائي ڏنائين ۽ ڪانئس پنهنجي ڳچي ورتائين. پيڻ کي سندس ٿيلهيءَ واري چهنب ڏنائين ۽ ڪانئس پنهنجي چهنب ورتائين. ٻگهه کي سندس ڏگهيون ٽنگون ڏنائين ۽ ڪانئس پنهنجون ٽنگون ورتائين. ڪانءَ کي سندس نن‍ڍڙا پَر ڏنائين ۽ ڪانئس پنهنجا پر ورتائين. مور کي سندس ڏگهو سهڻو پڇ ڏنائين ۽ ڪانئس پنهنجو پڇ ورتائين ۽ ڪڪڙ کي سندس ڪلنگي ۽ ڪڪڙوڪو ڏنائين. هاڻي هنج، هنجن جهڙو ٿي پيو.

اهي ڏينهن اهي شينهن، هنج وري ڪڏهن ڪنهن سان ريس نه ڪئي ۽ سيني سان ٺهي هلڻ لڳو. اڳي جو نن‍ڍو وڏو ڪيس ڏسي پري پيو ڀڄندو هو، سو هاڻي ڦري هرڪو سندس دوست ٿيو. ٻيو ته ٺهيو، ڪڪڙ جا چوزا، جن کي اڃا دوستي ۽ دشمنيءَ جي خبر به نه هئي، سي به سندس قرب ڏسي، ساڻس گڏجي گهمڻ هلندا هئا.





# آچار جو ويچار

هڪڙو غريب شخص پنهنجو شهر ڇڏي، مزوريءَ لاءِ ڪنهن ٻيءَ بادشاهيءَ ۾ ويو. پنهنجو اهل عيال ٻوئتي ڇڏيائين ۽ ڪين دلاسو ڏنائين، ته آءٌ ڪمائي ٿو اچان. اُتي هڪ جوهريءَ وٽ وڃي نوڪر بيٺو. ان جوهريءَ کي هي همراهه اهڙو ته پسند آيو، جنهن جي ڪا حد نه رهي. جوهري هن کي پوئتي وڃڻ جي موڪل نه پيو ڏئي، پر هن کي پوئتي جي تمام گهڻي تانگهه هئي. قدرت سان هڪڙي ڏينهن هن جي شهر جو هڪ سوداگر واپار جي خيال سان ان شهر ۾ آيو ۽ هن کي مليو. ڏسڻ سان هن کي چيائين، ته ادا! آءٌ هتي پيو مزوري ڪريان، جڏهن تون ڳوٺ وڃين، تڏهن ڪجهه امانت آءٌ ڏيندوسانءِ، سا منهنجن ٻچن کي وڃي پهچائجانءِ. سوداگر وراڻيس، ته ها. هن پوءِ اچي پنهنجي جوهريءَ سان حقيقت ڪئي، ته سائين مون کي موڪل ڏيو ته سنؤ، آءٌ پنهنجن ٻچن سان ملي اچان. تنهن تي جوهريءَ چيس، ته بابا، اجا تو ڪو ايترو گهڻو ڪونه ڪمايو آهي، تنهن ڪري اجا ٻه ٽي مهينا ترس ته تنهنجي رقم گڏ ٿئي، پوءِ اها ڳوٺ ڪٺي وڃ. تنهن تي هن چيس، ڀلا جي ائين آهي، ته پوءِ منهنجي ڳوٺ جو ماڻهو آيو آهي، ڪجهه رقم ڏيو، ته اُها ٻچن کي موڪليان. تنهن تي جوهريءَ هن کي چيو، ته هيءَ هڪ موتي وٺ، جو لکن جي قيمت جو آهي، سو ٻچن کي موڪل. پر ڏسج ته موتي ڪٺي ويندڙ ماڻهو امانتي هجي، متان ڪا بي ايماني ڪري!

مزور جوهريءَ کي چيو، ته سائين، هو پاڻ شاهوڪار سوداگر آهي. هن کي ڪا بک ڪانهي، جو منهنجي امانت ڦٻائي. آخر هن موتي وٺي اچي سوداگر کي ڏنو ۽ چيو ته ادا، منهنجي ٻچن کي هيءَ امانت پهچائج ۽ چئجانءِ ته هن مان گذر ڪريو. آءٌ ڪجهه وقت اجا ڪمائي پوءِ ايندس.

سوداگر موتي وٺي موٽي پنهنجي ڳوٺ آيو، مگر هن جي دل ۾ اچي بي ايماني جاڳي. خيال ڪيائين، ته جي موتي آءٌ ڦٻائي ويندس، ته هن غريب ماڻهوءَ جي ڳالهه تي ڪوبه اعتبار ڪونه ڪندو. پر پوءِ ٻورو خيال ٿيس، ته هن شهر جو بادشاهه عادل آهي، ان ڪان بچڻ لاءِ ڪا تدبير اڳواٽ سوچجي. سو ٻا ڪيائين، جو هڪڙا ٽي شاهد تيار ڪيائين ۽ انهن کي لالچ طور ڪا رقم به ڀاسيائين. پوءِ شاهدن کي ساڻ ڪري انهيءَ غريب ماڻهوءَ جي در تي آيو ۽ اچي آواز ڏنائين، جنهن تي انهيءَ غريب جي گهر واري ڏيڍيءَ اندر پردي ۾ ٿي بيٺي. هن سوداگر مائيءَ سان ڳالهائيندي چيو، ته مائي آءٌ فلاڻي ملڪ مان آيو آهيان. اُتي مون کي تنهنجو مڙس گڏيو، جنهن اوهان کي دعائون سلام چيا آهن ۽ هيءَ امانت اوهان لاءِ ڏني اٿس. ائين چئي، هٿ وڏائي مائيءَ کي ڏهه رپيا ڏنائين ۽ پوءِ ٻورو ٻاهر هٽي وڏي سڏ چيائين، ته مائي، توکي امانت ملي؟

مائيءَ چيو، ته ها ادا، مون کي امانت ملي. اهي اکر شاهدن به ٻڌا ۽ پوءِ سڀ هليا ويا. ٻه چار مهينا گذريا، ته هن غريب جوهريءَ کي چيو، ته سائين، هاڻ آءٌ پنهنجي ٻچن لاءِ بيحد پريشان آهيان. مون

ڪي موڪل ڏيو، تہ هن وٽ وڃان، جنهن تي جوهري هن کي ججهو مال ڏيئي، چيو تہ تو مون وٽ نهايت ايمانداريءَ سان نوڪري ڪئي آهي. آءٌ تو مان حد درجي راضي آهيان ۽ آءٌ توکي پاڻ کان جدا ڪرڻ نٿو گهران، پر ايئن بہ واجب ڪونهي، تہ آءٌ توکي ٻچن کان روڪي ويهاريان. هاڻي هيءُ مال کڻ ۽ پلي وڃي ٻچن وٽ خوش گذار، پر هڪ ڳالهہ ٻڌ. مون کي شڪ آهي، تہ تنهنجو اڳوڻو موتي تنهنجي گهر نہ مليو هوندو. جي ايئن هجي، تہ پوءِ اتي جي بادشاهہ کي دانهن ڏج، ۽ جي تنهنجو داد نہ ٿئي، تہ پوءِ تون اهڙي شهر ۾ نہ رهج ۽ موٽي اچج. پوءِ ڏاڍي پيار سان هن کي موڪل ڏنائين.

جڏهن هيءُ غريب پنهنجي گهر پهتو، تڏهن ڏسي تہ ٻچن جا اُهي ئي حال! بکن ۾ پاهہ آهن. ڏاڍي عبرت لڳس، تہ جڏهن مون لکن جو موتي زال کي موڪليو، تڏهن هن انهيءَ مان ٻچن کي چونہ خوش رکيو! پوءِ خيال ڪيائين، تہ شايد زال کي انهيءَ موتيءَ جي قيمت جي خبر ڪانہ هئي، ان ڪري ايئن ٿيو آهي. اهو خيال ڪري، هن زال کان پڇيو، تہ مون جو اوهان کي لکن جو موتي موڪليو، پوءِ بہ ٻچن جو هيءُ حال ڇو آهي؟ تنهن تي زال جواب ڏنو، تہ شل تنهنجي سر جو خير هجي، تنهنجا سلام ئي اسان لاءِ لکن رپين کان وڌيڪ هئا. سوداگر تہ مون کي فقط ڏهہ رپيا ڏنا، ٻيو ڪو موتي تہ ڪجهہ بہ ڪونہ هو. هن خيال ڪيو، تہ شايد سوداگر منهنجي امانت محفوظ ڪري رکي آهي ۽ خرچ لاءِ هيءَ ٿوري رقم منهنجي زال کي ڏني اٿس. سو ويو سوداگر وٽ. خوش خير عافيت بعد خبرن چارن ۾ غريب چيس، تہ ادا توکي شاباس هجي، جو اها قيمتي امانت پاڻ وٽ محفوظ رکيئي ۽ منهنجي گهر فقط ڏهہ رپيا ڏنئي. هاڻي پلاڻي ڪري منهنجو موتي مون کي ڏي.

سوداگر جواب ڏنس، تہ ادا، زالن جي مڪر ۾ نہ اچ. مون تنهنجو موتي تنهنجي زال کي پهچائي ڇڏيو آهي. پوءِ جي انهيءَ وڃائي ڇڏيو، تہ منهنجو ڏوهہ ڪونهي. خدا مون کي اها مت ڏني، جو مون اها امانت معتبر شاهدن جي روبرو تنهنجي زال کي ڏني. هاڻ هتان نڪري وڃ. مون کي اهڙيءَ بي پتيءَ عورت ۽ توتي ڪاوڙ ٿي اچي.

غريب ڏٺو، تہ موتي تہ هيءُ سوداگر کائي ويو ۽ اٽلو ٿو منهنجيءَ نيڪ عورت کي بدنام ڪري. سو هن سان گهڻو ڳالهائڻ فضول سمجهي، سڌو بادشاهہ وٽ فريادي ٿي ويو. بادشاهہ هن جي سڄي ڳالهہ ٻڌي سوداگر کي گهرايو ۽ هن کي جوابدارن جي پڃري ۾ بيهاري چيو، توتي هن غريب جي موتيءَ ڦٻائڻ جو فرياد ٿيو آهي، توکي ان لاءِ ڇا چوڻو آهي؟ تنهن تي سوداگر جواب ڏنو، تہ سائين، فرياد ڪوڙو آهي. مون کي هن موتي برابر ڏنو هو، پر مون اهو فلاڻن شاهدن جي روبرو سندس زال کي پهچائي ڏنو. هاڻ اوهين اهي شاهد گهرائي، انهن کان حقيقت پڇو. پوءِ جيڪو فيصلو اوهين ڪندؤ، سو مون کي قبول آهي. بادشاهہ چوبدار موڪلي شاهدن کي گهرايو ۽ انهن کان پڇيو، جي ڪوڙو قسم کڻي چئي ويا، تہ ها سائين، سوداگر اسان جي روبرو موتي هن جي زال کي ڏنو. اتي بادشاهہ هن غريب ڏانهن مُنهن ڪري چيو، تہ اسان تنهنجي فرياد تي سيني کي گهرايو ۽ شاهدن کان قسم تي پڇا ڪئي. جن بہ سوداگر جي حق ۾ شاهدي ڏني، جنهن مان معلوم ٿو ٿئي، تہ موتي برابر تنهنجي گهر واريءَ کي مليو آهي، جنهن وڃايو يا گم ڪيو آهي ۽ تو اجايو هن شريف ماڻهوءَ کي رلايو آهي. وڃ، وڃي پنهنجي گهر

18

۾ موتيءَ جي ڳولا ڪر. هيءُ غريب ماڻ ڪري هليو ويو.

بادشاهه جو وزير، جو نهايت عاقل هو، تنهن سمجهي ورتو، تہ هن جو فرياد سچو آهي، شاهد گواهہ سڀ ڪوڙا آهن. تنهن بادشاهه کي چيو، تہ سائين، توهان آچار برابر پورو ڪيو، پر ويچار ڪونہ ڪيو.

بادشاهه چيس، سو وري ڪيئن؟ اسان تہ شاهدن کي شرعي قسم ڏيئي پڇيو ۽ انهن جي بيان موجب ئي فيصلو ڪيو. پر جي تون ائين سمجهين ٿو، تہ فريادي سچو هو، تہ اهو ويچار تون ڪري ڏيکار!

وزير اها ڳالهہ ٻڌي بادشاهه جي روبرو هام هڻي ۽ چيو، تہ چڱو شاهي حڪم ٿئي تہ فريادي، جوابدار، فرياديءَ جي زال ۽ ٽيئي شاهد جملي ڇهہ ئي ڄڻا صبح جو سوير اچي حاضر ٿين. بادشاهه چوبدار هٿان سڀني کي اهو حڪم موڪليو، جنهن تي هي سڀيئي صبح جو اچي دربار ۾ حاضر ٿيا. انهيءَ کان اڳ وزير ڇا ڪيو، جو ڪنير کان ڳوهيل مٽيءَ جا پنج ڇهہ ست سير گهرائي دربار ۾ رکيا ۽ ڇهہ جدا جدا ڪوٺيون خالي ڪرايون. جڏهن هي سڀ حاضر ٿيا، تڏهن هرهڪ ڪوٺيءَ ۾ هڪ هڪ ماڻهوءَ کي رهايائين ۽ پنهنجي ويچار جو ثبوت ڏيڻ لاءِ پهريائين هن هڪڙي شاهد کي گهرايو ۽ چيو، تہ تو ڏٺو تہ سوداگر اهو موتي غريب جي زال کي ڏنو؟ هن چيو، تہ هائو سائين، منهنجي روبرو سوداگر موتي ڏنو.

تنهن تي وزير چيس، تہ چڱو، هتان ڳوهيل مٽي کڻ ۽ اهڙو موتي هن ڪوٺيءَ ۾ ويهي ٺاهي آڻي ڏيکار! شاهد تہ هو ڪوڙو! هن اهو موتي تہ نہ، پر ڪڏهن ٻيو موتي بہ ڪونہ ڏٺو هو. سو اچي منجهيو، تہ هاڻ ڇا ڪجي. انهيءَ ويچار ۾ هن کي ياد آيو، تہ هڪ دفعي هن ماڻس جي چلم ڀڄي وڃي هئي ۽ ماڻس چيو هو، تہ ابا تو تہ منهنجي املهہ موتيءَ جهڙي چلم ڀڃي ڇڏي. لاشڪ موتي چلم جهڙو ٿئي ٿو. ان ڪري هن انهيءَ مٽيءَ مان ويهي چلم جوڙي ۽ ٺاهي وزير وٽ کڻي آيو ۽ چيائين تہ سائين، اهو موتي اجهو ههڙو هو!

وزير هن کان اها چلم وٺي کڻي رکي ۽ هن کي ڪوٺيءَ ۾ ويهاري ٻئي شاهد کي گهرايو. ان کي بہ اُهي ئي اکر چيائين، تہ جيڪو موتي سوداگر تنهنجي روبرو ڏنو، اهڙو ٺاهي ڏيکار! پر هن جا بہ حال ساڳيا هئا. هن بہ ڪڏهن موتي ڪونہ ڏٺو هو، سو ويٺو ويچار ڪري، تہ هاڻ ڇا ڪريان. اوچتو هن کي ياد آيو، تہ ماڻس جي پاڻ ڀڄي پئي هئي ۽ هن چيو هو، تہ ابا، اڄ موتيءَ جهڙي پاڻ ڀڄي پئي. تنهن تي هن سمجهيو، تہ موتي پاڻ جهڙو ٿو ٿئي، سو ويهي پاڻ ٺاهيائين ۽ آڻي وزير کي ڏنائين ۽ چيائين، تہ سائين، موتي اجهو ههڙو هو!

وزير اها پاڻ کڻي لڪائي رکي ۽ ٽئين شاهد کي گهرائي ان کي بہ ساڳيو حڪم ڏنائين. هيءُ شاهد بہ اچي ويچارن ۾ پيو، تہ هاڻ ڇا ڪجي؟ هن کي بہ ياد آيو، تہ هڪ دفعو ماڻس جو ڇڄ چورائجي ويو هو ۽ ان مهل هُن چيو هو، تہ هاءِ هاءِ منهنجو موتين جهڙو ڇڄ ڪنهن کڻي ويو! سو هن وري ويهي ڇڄ ٺاهيو ۽ آڻي وزير کي ڏنائين. وزير اهو بہ رکي، پوءِ فرياديءَ کي گهرايو ۽ ان کي چيو، تہ هاڻ انهيءَ موتي جهڙو موتي مٽيءَ جو ٺاهي ڏيکار! هن غريب ڪا بہ دير ڪانہ ڪئي. ڪٿندي ئي مٽيءَ جو ذرو هٿن ۾ ئي بلور جهڙو گولو ٺاهي کڻي اڳيان رکيائين. پوءِ جوابدار کي سڏ ٿيو ۽ ان بہ حڪم موجب اهڙو ئي بلور جهڙو گولو ٺاهي اڳيان رکي چيو، تہ مون ههڙو موتي فرياديءَ جي زال کي ڏنو هو. پوءِ سڏ ٿيو

مائيءَ کي ۽ ان کي بہ چيو ويو، تہ موتي ٺاهي ڏيکارا جنهن تي هن جواب ڏنو، تہ سائين مون موتي ڪڏهن بہ اڪين سان ڪونہ ڏٺو آهي، پوءِ آءٌ موتي ڪيئن ٺاهي سگهندس؟

اتي وزير بادشاهہ ڏانهن منهن ڪري چيو، تہ سائين، آچار ڪرڻ جدا شيءِ آهي ۽ ويچار ڪرڻ جدا شيءِ آهي. هاڻ منهنجي ويچار ثابت ڪيو، تہ نہ جوابدار موتي مائيءَ کي ڏنو آهي ۽ نہ وري ڪو شاهدن ٺي موتي ڏٺو آهي.

بادشاهہ پنهنجي غلطي قبول ڪئي ۽ سوداگر کي حڪم ڪيائين، تہ تنهنجا شاهد سڀ ڪوڙا آهن، هاڻي ڏنڊ ۾ اهڙا پنج موتي هن غريب کي ڏي! پوءِ تہ وڏيڪ سزا بہ ڏنائينس ۽ شاهدن کي بہ جيل اماڻيائين. اهڙيءَ طرح سان آچار ۽ ويچار جو فيصلو ٿيو ۽ حق حقدار کي مليو.



# الحمراءَ جو خزانو

اسپين ۾ عرب حڪمرانن جي زماني جون ڪيتريون ئي خوبصورت ۽ عاليشان عمارتون آهن، جن ۾ الحمراءَ جو شاهي محل گهڻو مشهور آهي. هن محل جي اڳيان هڪ وڏو صحن آهي، جنهن کي حوض وارو صحن ڪوٺيو وڃي ٿو. هن صحن ۾ بيشمار حوض ٺهيل آهن، جن ۾ پاڻي گڏ ڪيو ويندو هو. هن جي هڪ ڪنڊ ۾ هڪ کوهه به هو، جيڪو ٽڪر جي چوٽيءَ تي ڪوٺي ٺاهيو ويو هو. گرميءَ جي مند ۾ پخالي پاڻيءَ جا وڏا وڏا مٽ ڀري گڏهن تي لڏي شهر ڏانهن کڻي ويندا هئا ۽ اهڙيءَ ريت سندن اچ وڃ جو سلسلو ڪافي رات تائين هلندو رهندو هو. انهن پخالين ۾ برخيل نالي هڪ شخص هو، جو نهايت کلمک، زنده دل ۽ شيرين زبان ماڻهو هو.

برخيل پاڻيءَ جا مٽ ڀري انجير جي پنن سان ڍڪي ڇڏيندو هو، ته جيئن اهي گرم هوائن کان بچيل رهن. جڏهن برخيل پاڻيءَ جي مٽن سان لڏيل گڏهه کي هڪليندو غرناطا شهر جي رياستن تان گذرندو هو، تڏهن نهايت وڻندڙ آواز ۾ چوندو هو:

اچو، الحمراءَ جي کوهه جو پاڻي پي ڏؤ ڪريو. جيڪو بلور وانگر شفاف آهي. الحمراءَ جو پاڻي، جنهن مان ملي زندگاني.

21

برخيل جڏهن بلوري گلاس ۾ پاڻي وجهي ڪنهن گراهڪ کي پيش ڪندو هو، ته گڏوگڏ ڪا نه ڪا کل ڀوڳ جهڙي ڳالهه به ڇيڙيندو هو، جيڪا ٻڌي گراهڪ کلڻ کان سواءِ رهي نه سگهندو هو. مطلب ته برخيل غرناطا جي شهر ۾ گهڻو مشهور هو. هن پنهنجي ڏک ڀري زندگي ۽ غريبيءَ کي خوش مزاجيءَ جي پردن ۾ لڪائي رکيو هو. شام جو جڏهن پاڻي وڪڻي گهر موٽندو هو، ته هن جا ننڍڙا ٻچا ڪيس چمڙن وانگر چهٽي عجيب عجيب فرمائشون ڪندا هئا. هو ڪانئس نموني نموني جون مٺايون گهرندا هئا، پر برخيل ڪين ڪو نه ڪو سچو ڪوڙو بهانو ڏيئي وندرائي ڇڏيندو هو. هن جي زال ڪيس گهڻو پريشان ڪندي هئي. هو پاڻ جيترو خوش طبع هو، اوترو ئي هن جي زال چيڙاڪ ۽ جهيڙاڪ هئي. ڇڻي ۽ فضول خرچيءَ سان گڏ هن ۾ ٻارن جي پرورش جو ڍنگ به ڪين هو. انهيءَ کان سواءِ هوءَ هار سينگار جي شوقين ۽ ڳائڻ وڄائڻ جي عادي هئي. ميلن ملاکڙن جي ڏينهن ۾ برخيل جي گڏهه تي سوار ٿي پرانهن هنڌن ڏانهن نڪري ويندي هئي ۽ ويچارو برخيل گهر ۾ ٻارن جي نگهباني ڪندو هو. هو وڏيءَ محنت ۽ تڪليف سان انهن کي پاليندو رهندو هو. جڏهن به هن کي ڪا فرصت ملندي هئي، ته هو انهن کي باغ جي سير ڪرائڻ لاءِ وٺي ويندو هو.

گرمين جي هڪ رات جي ڳالهه آهي. چانڊوڪي رات هئي، برخيل کي ويٺي ويٺي خيال آيو، ته گهڻن ڏينهن کان ٻارن کي سير ڪرائڻ لاءِ وٺي نه ويو آهيان، چونه هڪ چڪر پاڻيءَ جو وڌيڪ ڏيئي آچر جي ڏينهن لاءِ، تفريح جو خرچ ڪڍان. اهو سوچي برخيل اٿيو ۽ سڌو الحمراءَ جي کوهه تي پهتو. ان وقت





چئنين طرف خاموشي ڇانئيل هئي. کوهه جي پٿر جي بينچ تي هڪ پوڙهي عرب مسافر، نهايت جهيڻي آواز ۾ هن کي پنهنجي طرف سڏ ڪري چيو:

"مان ڏاڍو بيمار آهيان، پر هن وقت شهر ۾ پهچڻ گهران ٿو. تون جيڪڏهن مون کي پنهنجي گڏهه تي چاڙهي شهر پهچائين، ته آءٌ توکي پاڻي ڪڍڻ وجڻ جي مزوريءَ کان ٻيڻو ڏيندس".

برخيل جي دل بيمار عرب کي ڏسي رحم سان ڀرجي آئي. هن نهايت همدرديءَ سان جواب ڏنس، خدا نه ڪري، جو آءٌ تو جهڙي هڪ بيمار ۽ ڪمزور کان مزوري وٺان. اٿ منهنجي گڏهه تي چڙهه.

برخيل پوڙهي مسافر کي گڏهه تي وهاري شهر ڏانهن روانو ٿيو. هلندي هلندي برخيل پڇيس اوهان شهر ۾ ڪنهن وٽ ويندا؟

اهو ئي سوچي رهيو آهيان. افسوس ته منهنجو ڪوبه نِڪاڻو ڪونه آهي. آءٌ بلڪل اُوقنو آهيان. جيڪڏهن تون هڪ رات لاءِ پنهنجي گهر ۾ پناهه ڏين، ته آءٌ ساري عمر تنهنجو احسانمند رهندس. خدا تنهنجي هن نيڪيءَ جو توکي بدلو ڏيندو!

نيڪ دل برخيل راضي ٿي ويو ۽ هو عرب کي پنهنجي گهر وٺي آيو. اڌ رات گذري چڪي هئي. چئني طرف خاموشي هئي. مگر جيئن ئي برخيل پوڙهي عرب کي وٺي گهر ۾ گهڙيو، ته هن جي زال ٽپي ٻاهر ٿي وئي ڇياٿين. اڌيءَ رات جو ڪهڙي ڏاڙهي مرد کي وٺي آيو آهين؟

"صبر ڪر! هيءَ هڪ بيمار پرديسي آهي. خدا اسان کي هن نيڪيءَ جو بدلو ڏيندو. وڃ ۽ وڃي تڏو ڪڍي اچ." برخيل نهايت نرميءَ سان زال کي جواب ڏنو ۽ عرب کي سهارو ڏيئي اچا تڏي تي ليٽايائين مس، ته





هن تي بيھوشيءَ جو دؤرو پئجي ويو. آخر جڏهن هن کي هوش آيو، تہ هن نهايت ضعف جي حالت ۾ ورندي ڏني، منهنجو آخري وقت اچي پهتو آهي، خدا توکي خوش رکي! وٽ هي ننڍڙي دٻي. هن کي سنڀال سان رکجانءِ، مون وٽ بس اهائي موڙي آهي، جيڪا آءُ توکي تنهنجي محنت جي بدلي ۾ ڏيئي رهيو آهيان. هن کي سنڀالي رکجانءِ. ايترو چئي پوڙهي عرب دم ڏنو. برخيل جلدي ڪري پوڙهي جي لاش کي تڏي ۾ ويڙهي گڏھ تي رکي درياءَ ڏانهن روانو ٿيو. عين انهيءَ وقت سندس هڪ پاڙيسري حجام جاڳي رهيو هو. هو نهايت شرير هو ۽ هميشہ برخيل جي خلاف ڪا نہ ڪا ڪوڙي ڳالھ يا افواھ اڏارڻ جو عادتي هو. جنهن وقت برخيل جي زال گوڙ ڪري رهي هئي، ان وقت هو پنهنجي گهر جي دريءَ مان ڪن ڏيئي سڀ ڪجھ ٻڌي رهيو هو. هن پوڙهي عرب کي بہ اندر ويندي ڏٺو هو ۽ جڏهن برخيل مسافر جو لاش کڻي روانو ٿيو، تہ هو بہ آهستي آهستي پٺيان هلڻ لڳو، برخيل درياءَ جي ڪناري تي پهچي عرب جي لاش کي گڏھ تان لاٺو ۽ اتي وڻن جي جهڳٽي ۾ کڏ کوٽي دفن ڪري ڇڏيو. حجام پري کان سڀ ڪجھ لڪي ڏسندو رهيو! جڏهن برخيل واپس گهر ڏانهن موٽيو، تڏهن حجام بہ پٺيانس اچي رهيو هو. هو ساري رات پنهنجي ذهن ۾ نمونې نمونې جا خيالي گهوڙا ڊوڙائيندو رهيو. هن سوچيو، تہ ضرور برخيل انهيءَ شخص کي ڦري پوءِ قتل ڪيو هوندو. انهيءَ ڪري ئي سندس زال ڪيس گهڻ وڏ ڳالهائي رهي هئي. معلوم ٿئي ٿو، تہ اهو مسافر ڪو وڏو واپاري هو. هن اهو سوچي سارو قصو شهر جي قاضيءَ کي اچي ڪري ٻڌايو. شهر جو قاضي وڏو لالچي هو. هن حجام کي چيو، تہ هڪدم برخيل کي وٺي منهنجي جاءِ تي اچ. حجام جلدي برخيل جي گهر ويو ۽ هن سان سلام دعا ڪرڻ کان پوءِ

ڇيائين. توکي شهر جي قاضيءَ ضروري ڪم لاءِ گهرايو آهي. برخيل سوچيو. شايد قاضيءَ کي الحمراءَ جي ڪوهه جي پاڻيءَ جي ضرورت هوندي. انهيءَ ڪري هو وڏي دلجاءِ سان هن جي جاءِ تي پهتو. قاضيءَ وڏي نرميءَ سان پڇيس. اهو مسافر ڪير هو؟

برخيل سارو قصو بيان ڪيو ۽ ٻڌايائين. ته انهيءَ عرب مسافر مرڻ وقت دٻلي ڏني. هن وٽ نڪي ته ڪو پائي پئسو هو ۽ نه وري ڪا ٻي قيمتي شيءِ.

قاضي دٻلي وٺي ان کي کوليو. ته ان ۾ هڪ سڙيل ميڻ بتيءَ جو ٽڪرو. هڪ ميڻ واري ڪپڙي ۾ ويڙهيل ڏٺو. قاضيءَ کي اهي شيون ڏسي نهايت مايوسي ٿي ۽ هن اها دٻلي برخيل کي موٽائي ڏني. پر هن برخيل جو گڏهه ڏنڊ جي عيوض سرڪار جي ملڪيت ۾ ورتو. هينئر ويچارو برخيل گڏهه کان سواءِ الحمراءَ جي کوهه مان پاڻيءَ جا مٽ ڪلهن تي کڻي وڪڻندو رهندو هو. گڏهه نه هئڻ سببان هن جي ڪمائي تمام گهٽجي ويئي. ڇاڪاڻ ته هو ساري ڏينهن ۾ فقط ٻه چڪر پاڻيءَ جا مس آڻي سگهندو هو. آمدني گهٽجڻ سببان برخيل تي وڏي مصيبت اچي ڪڙڪي هئي. هو نه ڪي ته ٻارن جي ضرورت کي پورو



ڪري سگهيو ٿي ۽ نڪي پنهنجو ۽ زال جو پورائو ڪري سگهيو ٿي. آخر هڪ ڏينهن خيال آيس. ته پوڙهي عرب جيڪا دٻلي ڏني آهي. ان ۾ ضرور ڪو راز هوندو! هن دٻلي کولي ميڻ وارو ڪپڙو ڪڍيو. جنهن تي ڪي عربي اکر لکيل هئا. پر هو انهن جو مطلب سمجهي نٿي سگهيو. سو هو شهر جي هڪ عطر وڪڻندڙ شخص وٽ لنگهي ويو. هو عرب هو ۽ عربي زبان جو ڄاڻو هو. عطار جڏهن انهيءَ ڪپڙي تي لکيل اکر پڙهيا. تڏهن مرڪندي وراڻي ڏنائين. برخيل هاڻي جلدي تنهنجي مصيبتن جا ڏينهن ٽري ويندا.

سو وري ڪيئن؟ برخيل وڏيءَ حيرت مان ڪانئس پڇيو.

"هن ڪپڙي تي الحمراءَ جي خزاني جو راز لکيل آهي." عطار جواب ڏنو. جيڪڏهن تون هن ٻاري ۾ ڪنهن کي به نه ٻڌائين. ته نهايت چڱو آهي. بهتر آهي. ته اسين ٻئي گڏجي انهيءَ خزاني جو پتو لهون. جيڪڏهن ملي ويو. ته ٻئي پاڻ ۾ اڌو اڌ ڪري ورهائينداسون. پر جيڪڏهن شهر جي قاضيءَ کي هن راز جي ڪڙڪ پئي. ته خزانو نه ڦرجي ويندو. پر مورڳو ٻنهي کي قيدخاني جي هوا ڪائڻي پوندي.

برخيل عطار سان واعدو ڪيو ۽ پڇيائين. ڀلا انهيءَ خزاني تائين ڪيئن پهچي سگهبو؟

عطار وراڻي ڏنيس. هن دٻليءَ واري ميڻ بتيءَ جي وسيلي. اڄ رات اسين ٻئي الحمراءَ ڏانهن روانا ٿينداسين ۽ جيئن مان توکي اتي چوان. بس ائين ڪج.

برخيل ميڻ بتي ۽ ميڻ وارو ڪپڙو دٻليءَ ۾ وجهي گهر ڏانهن موٽيو ۽ انهيءَ رات جو ٻئي ڄڻا

گنجي الحمراءُ ڏانهن روانا ٿيا. چئني طرف خوفناڪ خاموشي ڇانئيل هئي. عطار محل جي ويران برج هيٺان پهچي برخيل کان ميڻ بتي ولي ٻاري ۽ جيئن ئي دروازي جي سامهون پهتو. ته برج جي ڏاکڻ جو دروازو خود بخود کلي پيو. هو ٻئي روشنيءَ جي مدد سان ڪيترا ڏاڪا هيٺ لهي ويا. ته سامهون هڪ ٻيو دروازو ڏسڻ ۾ آين. هنن جي پيرن جي آواز ٿيڻ تي هڪدم اهو کلي پيو. اهڙيءَ طرح ڇهن دروازن مان لنگهي هو هڪ تهه خاني ۾ پهتا. اتي پهچندي، هو خوف وچان ڪنبڻ لڳا. چوڌاري هيرن ۽ جواهرن جا ڍير لڳا پيا هئا! هڪ طرف صندل جي ڪاٺ جي پيٽي پئي هئي، جنهن جي ٻنهي پاسي لوهه جا ٻه پهريدار بيهاريل هئا. هنن ٻنهي جلدي جلدي جواهرن سان پنهنجا ڪيسا ڀريا ۽ تيزيءَ سان هلندا مٿي چڙهي آيا. اجا هنن ميڻ بتيءَ کي اُجهايو، ته هڪدم ڪڪرن جي گوڙ وانگر آواز آيو ۽ سڀ دروازا خودبخود بند ٿي ويا. برخيل ۽ عطار وڏي خوشيءَ ۾ جواهر ورهائي چپ چاپ گهر موٽي آيا.

هن واقعي کي ڪيترا ڏينهن گذري ويا. برخيل ۽ سندس زال ۽ ٻار ٻچا نهايت آرام سان زندگي گذاري رهيا هئا. هاڻ هو گهڻي محنت ۽ مزدوري به ڪين ڪندو هو. هن پنهنجي ڏنڊي کي انهيءَ ڪري ڪين ڇڏيو، ته متان ڪنهن کي ڪو شڪ پوي ۽ پاڻ ظالم قاضيءَ جي چنبي ۾ نه اڙجي پوي. ڪجهه عرصي بعد بدقسمتي هيءَ ٿي، جو هيءُ راز سانڍجي ڪين سگهيو. برخيل جي زال وڏي شوقين عورت هئي. هن کي جڏهن هيرا ۽ جواهر مليا، ته خوشيءَ ۾ نٽي سمائي. پنهنجي دل کي خوش ڪرڻ لاءِ سٺا سٺا قيمتي زيور پائي، گهڻيءَ دير تائين پاڻ کي آرسيءَ ۾ ڏسندي رهندي هئي. هڪ ڏينهن هڪ زيور پهري آرسي ڏسي رهي هئي، ته سامهون حجام پنهنجي گهر جي دريءَ مان نهاريو. هن جڏهن برخيل جي زال کي جواهر پهريل ڏٺا، تڏهن هن کي حيرت وٺي ويئي. هن هڪدم قاضيءَ کي وڃي اطلاع ڏنو. ته برخيل وٽ عرب سوداگر جي دولت ۽ هيرا جواهر آهن. جي مون پنهنجي اکين سان سندس زال کي پهريل ڏٺا آهن. حريص قاضي هڪدم سپاهي موڪلي برخيل کي پاڻ وٽ گهرايو. نيڪدل برخيل سزا جي خوف کان قاضيءَ کي الحمراءُ جي خزاني جو راز ٻڌايو. قاضيءَ عطار کي گهرايو. هن به اقرار ڪيو. آخر فيصلو ٿيو. ته قاضي ٻنهي کي هن شرط تي معاف ڪندو. ته هو ٻئي ساڻس گڏجي تهه خاني ۾ هلن ۽ خزانو سندس حوالي ڪن. رات جو برخيل، عطار، حجام ۽ قاضيءَ کي وٺي اتي انهيءَ برج تي آيو. قاضي تهه خاني ۾ پهچي حيران ٿي ويو! هن چاهيو ٿي ته سمورو خزانو ڪٽي وڃي. مگر خزانو ايترو ته گهڻو هو جو اتان ڪڍي وڃڻ ناممڪن هو. برخيل ۽ عطار وري به اڳئين وانگر پنهنجا ڪيسا ڀريا ۽ قاضي ۽ سندس ساٿين کي اتي ڇڏي ميڻ بتي کڻي روانا ٿيا. قاضي ۽ سندس ساٿي دولت جي نشي ۾ خزاني کڻڻ جي ڌُن ۾ محو رهيا. هوڏانهن برخيل ۽ عطار جيئن ئي برج تي مٿي پهتا. ته هنن ميڻ بتيءَ کي وسائي ڇڏيو. ميڻ بتي وسامڻ شرط هڪدم سمورا دروازا بند ٿي ويا. اهڙيءَ ريت لالچي حجام، قاضي ۽ سندس همراهه هميشه لاءِ تهه خاني ۾ پورجي ويا. هاڻ نيڪ دل برخيل ۽ عطار جا ڏينهن بدلجي ويا. هو ٻئي نهايت مزي سان حياتيءَ جا باقي ڏينهن گذارڻ لڳا.

# ظالم

هڪڙو بادشاهه شڪار تي پئي ويو، تہ واٽ تي هڪ ويران شهر ڏٺائين. ان ۾ ڪي وڻ بيٺا هئا، جن ۾ چبرن جو جهيڙو لڳو پيو هو. بادشاهه چرچو ڪري وزير کان پڇيو، تہ وزير، اهي چبرا ڇا پيا چون؟

وزير عرض ڪيو، تہ جيئندا قبلا هنن ۾ شادي آهي. ڪنوار جو پيءُ چوي ٿو، تہ منهنجي ڌيءَ کي چاليهہ ڦٽل ڳوٺ ڏاج ۾ ڏي. گهوٽ جو پيءُ چوي ٿو، تہ هينئر چار ڳوٺ ڏاج ۾ ڏيان ٿو. اهي قبول ڪر. باقي لاءِ ڪجهہ ڏينهن ترس. هن بادشاهه جي حياتيءَ جو ڏٺي تعاليٰ خير ڪري، چاليهہ ڇا، پر سؤ چوندين، تہ بہ حاضر ڪندس. بادشاهه ڏاڍو شرمندو ٿيو ۽ ان ڏينهن کان وٺي اهڙو تہ عدل وارو ٿيو، جو سڀ رعيت منجهانئس خوش رهي.





# ٻه ساهيڙيون

هڪ دفعي "اميد" پنهنجي ساهيڙي "ڪاميابيءَ" سان ملڻ چاهيو. جيڪا هڪ جبل تي رهندي هئي ۽ ان جبل جو نالو "سخت" هو. رستي ۾ هڪ قلعو هوندو هو. جنهن جو نالو "شڪ" هو. ان ۾ "مايوسيءَ" نالي هڪ جادوگرياڻي رهندي هئي. مايوسي اميد کي ان پاسي ويندي ڏٺو ۽ پهريدار جي مدد سان. جنهن جو نالو "وهم" هو. اميد کي گرفتار ڪري ڇڏيو ۽ "شڪ" جي قلعي ۾ هڪ سرنگهه ۾ بند ڪري ڇڏيو. اتي اميد کي "خودڪشي" ۽ "پريشاني" ملڻ آيون. اتفاق سان اميد جو ڀاءُ "حوصلو" الائي ڪيئن اتي پهچي ويو. هن اميد کي هنن ٻنهيءَ سان ڳالهائڻ کان روڪيو. پوءِ اميد حوصلي کي چيو. ڀاءُ مان هن قيد مان ڪيئن نڪران؟ حوصلي چيس، ڀيڻ گهبراءِ نه. هيءَ وٺ چابي، جيڪا مون کي "آزادي" ڏني آهي. مان هن سان قلعي جو دروازو کولي سگهان ٿو. اميد جڏهن چابي گهمائي، ته دروازو برابر کلي ويو پاڻ ۽ حوصلو ٻئي ٻاهر نڪري آيا. ٻنهي کي ٻاهر نڪرندي ڏسي وهم ۽ مايوسي ٻئي ڊڄي ڀڄي ويا ۽ اميد پنهنجي ڀاءُ حوصلي سان گڏ وري جبل تي چڙهي. رستي ۾ وري انهن کي "مصيبت" جا جبل آڏو آيا. جنهن تي ٻئي همٿ سان چڙهي ويا ۽ ٿوريءَ دير کان پوءِ ان هنڌ تي پهچي ويا، جتي ڪاميابي رهندي هئي. اُتي پهچي ٻئي ساهيڙيون خوش ٿي پاڻ ۾ مليون. "اميد" ڪاميابيءَ سان رستي جي مشڪلاتن جو احوال ڪيو. ته ڪاميابيءَ چيو. ته ڀيڻ جڏهن به مون سان ملڻو هجئي، ته پنهنجي ڀاءُ "حوصلي" کي پاڻ سان گڏ رک. ڇاڪاڻ ته اهو رستي کان چڱيءَ طرح واقف آهي. آئنده هتي اڪيلي اچڻ جي ڪوشش نه ڪر.



# چار حڪيم

ڳالهه ٿا ڪن، ته ڪنهن ملڪ ۾ هڪ وڏو حڪيم رهندو هو. هُو غريبن جو علاج مفت ۾ ڪندو هو. اِنهيءَ ڪري سڀئي ماڻهو کيس گهڻو پيار ڪندا هئا.

هڪ دفعي اهو حڪيم اهڙو اچي بيمار ٿيو، جو ماڻهن کي پڪ ٿي ويئي، ته هاڻي بچندو ئي ڪين. ننڍا وڏا، ٻار ٻچا، زالون مرد سڀئي هن جي کٽ کي وڪوڙي ويا. هنن جي اکين مان ڳوڙها وهي رهيا هئا. اوچتو حڪيم اکيون کوليون ۽ سڀني ڏانهن نهاري چوڻ لڳو، ته اوهين ڇو ٿا رويو؟

اسان کي ارمان آهي، ته اوهان اسان کان وڇڙي رهيا آهيو. هاڻ اسان جو ڪير آهي، جو اوهان وانگر آئيءَ ويل اسان جي مدد ڪندو.

خدا جو حڪم آهي، ان کي ڪير بہ ٽاري نٿو سگهي. توهان ڪوبہ خيال نہ ڪريو. آءٌ اوهان لاءِ چار وڏا حڪيم ڇڏي ٿو وڃان، جيڪي بنا اُجوري اوهان جي خدمت ڪندا رهندا.



ماڻهن پڇيس، تہ اهي ڪهڙا چار حڪيم آهن؟

حڪيم ورندي ڏني، تہ اهي چار حڪيم هي آهن:

پهريون حڪيم: صبح جو سوير اٿي ڪسرت ڪجي.

ٻيو حڪيم: روزانو ڏندڻ ڪجي.

ٽيون حڪيم: صبح جو روز وهنججي.

چوٿون حڪيم: جڏهن بک لڳي، تڏهن ماني کائجي.

انهن چئني حڪمين جي چوڻ تي هلندؤ تہ اوهان سدائين تندرست گذاريندؤ.

ايئن چئي حڪيم ڪٺي اکيون پوريون.

حڪيم جي وفات کان پوءِ ڳوٺ جي ماڻهن حڪيم جي صلاحن تي عمل ڪيو ۽ واقعي هو پوءِ گهڻن ئي مرضن کان ڇُٽي پيا ۽ تندرست گذارڻ لڳا.





# اِڳئي ٻِڳئي

ڪنهن وقت ۾ هڪ گدڙ ۽ گدڙيءَ پاڻ ۾ شادي ڪئي. شاديءَ کان ڪجهه مهينا پوءِ گدڙي پيٽ سان ٿي. جڏهن ٻچن ڄڻڻ جو وقت آيو، تڏهن گدڙيءَ گدڙ کي چيو، ته هاڻ ٻچا ڪنهن اهڙيءَ جڳهه تي ڪجن، جو خطرو گهٽ هجي. گدڙ سڄو ڏينهن جڳهه ڳولي ڳولي ٿڪجي پيو. آخرڪار شام جو ڪيس هڪ غار ڏسڻ ۾ آيو. جو اصل ۾ شينهن جو هو. گدڙ گدڙيءَ کي وٺي انهيءَ غار طرف روانو ٿيو. جڏهن غار ۾ پهتا، ته گدڙيءَ چيو، هيءُ غار ته شينهن جو آهي، هاڻي ڪيئن ڪريون؟ مٿان ٻچن ڄڻڻ جو وقت به پُرجي آيو هو. سو گدڙيءَ ڪٿي اتي ٻچا ڪيا. گدڙ گدڙيءَ کي سمجهائي ڇڏيو،



ته جنهن مهل شينهن ايندو، ته انهيءَ مهل آءٌ توکان سوال پڇندس ۽ تون انهن جا جواب ڏجانءِ. پوءِ گدڙ گدڙيءَ کي سمجهائي، غار مان نڪري ٻاهر وڃي ويهي رهيو. جڏهن ڏنائين، ته شينهن غار ڏانهن پيو اچي، تڏهن پاڻ ۾ هيئن گفتگو شروع ڪيائون:

گدڙ: اِڳئي ٻِڳئي!

گدڙي: جي نظر سولا!

گدڙ: ٻچا ڇوٿا روئن؟

گدڙي: شينهن جي ماس لاءِ.

شينهن جو اِڳئي ٻِڳئي جو نالو ٻڌو ۽ وري پنهنجي ماس جو ٻڌائين، سو وٺي پوئين پيرين ڀڳو ۽ اچي بگهڙ سان مليو. بگهڙ کي چيائين، ته ماما ڙي ماما بگهڙ! منهنجي گهر ۾ اِڳئي ٻِڳئي آيا آهن، تون ڪا مون سان واهر ڪر. بگهڙ شينهن کي ورندي ڏني، ته آءٌ توسان گڏجي هلان ٿو، پر پهريان تون آهين پڇڻ ۾ تکو. ٻچي جند ڇڏائي ويندين، پوءِ آءٌ ڪيئن ڪندس؟

شينهن وراڻي ڏنس، اهو خيال نه ڪر، تون منهنجي سر سان آهين. پوءِ شينهن ٻچا ڪيو، جو هڪڙو رسو ڪٿي ان جو هڪڙو پاسو پنهنجي ڳچيءَ ۾ وڌائين ۽ ٻيو بگهڙ جي ڳچيءَ ۾ ٻڌي، ٻئي گڏجي هليا غار ڏي. جڏهن غار جي ويجهو پهتا ۽ گدڙ جي مٿن نظر پيئي. تڏهن هڪل ڪري گدڙيءَ کي چيائين. اِڳئي ٻِڳئي، ٻن ڏينهن جو ڍءُ گهر ويٺي اچي ويو آهي. تون اڄ شينهن جو ڪنڌ پڃ، ته آءٌ بگهڙ جو.

شينهن جڏهن ٻڌو، ته اِڳئي ٻِڳئي اڄهو لي منهنجو ڪنڌ پڃي، سو اچي رڙيٿيءَ ورتس ۽ وٺي پوئين پيرين ڀڳو. بگهڙ جا ته ڦهرڻ سڻ پير نڪري ويا، سو شينهن جي پٺيان گهليو رهيو. آخر جڏهن شينهن ڊوڙي ڊوڙي ٿڪو ۽ وڃي ڪهاڻي جهنگ ۾ پيو، ڏسي ته بگهڙ ڏند ڪڍيو پيو آهي. تڏهن ڪاوڙ مان بگهڙ کي چيائين، انصاف آهن تنهنجا، اسان کي ساهه جي، توکي کلڻ جي!

# ڏِڪا ۽ دِلن

(جيڪو ٻئي لاءِ کڏ کٽندو، سو پاڻ ان ۾ ڪرندو)

ڏڪا اڃا ٻن سالن جي هئي، ته سندس ماءُ گذاري ويئي ۽ جڏهن هوءَ اٺن سالن جي ٿي، ته سندس پيءُ ٻي شادي ڪئي.

ماٽيجي ماءُ شروع ۾ ڏڪا کي ڏاڍو پيائيندي هئي. هوءَ سندس گهڻو خيال رکندي هئي ۽ ڪڏهن به ڪپڙي لٽي يا ڪاڌي ۾ ڪا تڪليف ڪانه ڏيندي هيس. ساڻس بلڪل سڳيءَ ماءُ وارو ورتاءُ ڪندي هئي. پر ڏڪا جي خوش قسمتي عارضي هئي. ڪجهه وقت کان پوءِ ڏڪا جي ماٽيجي ماءُ کي دلن نالي هڪ ڌيءُ ڄائي ۽ ڏڪا جا خوش قسمتيءَ وارا ڏينهن پورا ٿيا. هاڻ هن جي ماٽيجي ماءُ ڪيس پيار ڪرڻ جي بجاءِ سدائين گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳي. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ مار موچڙو به شروع ڪيائينس.

دلن اڃا ننڍي هئي، پر پنهنجي ماءُ جي نموني مان سمجهي ويئي، ته ڏڪا جي گهر ۾ حيثيت ڪهڙي آهي؟ سو هوءَ به پنهنجي وڏيءَ ڀيڻ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ ۽ وڙهڻ ۾ دير نه ڪندي هئي. چوندا آهن، ته مصيبت ڪڏهن به اڪيلي نه ايندي آهي. سو ڏڪا سان به اهو حال ٿيو. اڃا هوءَ انهن ظلمن کي ئي ڪانه وساري سگهي هئي، ته مٽان پڻس گذاري ويو. هاڻي ته هن جو حال هيڪاري خراب ٿيندو ويو. هن کي نه ڪو پورو ڪاڌو ملندو هو، نه ڪي ڪپڙو. ايتري قدر جو ماٽيجي ماءُ ۽ ڀيڻ جو بچايل ڪاڌو به پيٽ ڀري کائڻ جيترو ڪونه ملندو هوس.

وقت گذرندو ويو. ڏڪا وڏي ٿي، ته ڏاڍي سهڻي ۽ سهڄهڙي ٿي پيئي. پر دلن شڪل جي ڪوجهي ۽ طبع جي خراب ٿي پيئي. هڪڙي ڀيري ڳالهه ٿيو، جو ڀر واري ڳوٺ ۾ شاديءَ جي دعوت ٿي. ماٽيجي ماءُ پنهنجي ڌيءُ دلن کي اڃا اُجرا ڪپڙا پارائي دعوت تي وڃڻ لاءِ تيار ڪيو. ڏڪا اهو ڏسي ماءُ کي چيو، اما مان به پنهنجي ڀيڻ سان گڏ وڃان؟ ماٽيجي ماءُ ٽوڪ طور چيو، "هون، توکي به دعوت تي وڃڻ جو شوق ٿيو آهي!" چڱو ٻڌ! آءٌ توکي هڪڙو ڪم ٿي ڏسيان. جي اهو پورو ڪيئي، ته دعوت ۾ به وڃي هلندي سان، جي نه، ته پوءِ ماٺ ڪري ويهي رهه. ائين چئي هن ڪيس پنج ٻُڪ ترن جا ۽ پنج ٻُڪ اَنَ جا ملائي ڏنا ۽ چيائينس، ته تر ۽ اَنَ جدا ڪر. جي اڄوڪي ڏينهن ۾ ٻئي جدا ڪري ڏنئي، ته توکي دعوت ۾ وڃڻ جي موڪل ڏيندس.

ڏڪا نمائين اکين سان ترن ۽ اَنَ کي ڏٺو، جي صفا هڪ ٻئي سان گڏيل هئا. هن ڄاتو ٿي، ته اهو ڪم ڪانئس ڏهن ڏينهن ۾ به ڪونه ٿيندو. سو هڪڙي ڏينهن ۾ ڪيئن ٿيندو!! هوءَ ڏک ۾ سڏڪا ڀرڻ لڳي. ڏڪا جي روئڻ تي سندس اصلي ماءُ جو روح بهشت ۾ بي قرار ٿيو ۽ اتان پکيءَ جو روپ وٺي اُڏاڻو. اهو پکي اُڏامندو اُڏامندو اچي ڏڪا جي گهر وٽ پهتو ۽ پوءِ ڇت تي ويهي مٺڙي آواز ۾ هيءُ گيت ڳائڻ لڳو:

"روءِ نہ نڪي ڏک ڪر. منڙي دڪا ترن ۾ اَنَ کي جدا ڪرڻ شروع ڪر. ڏکيو ڪم ڪونهي. اچ تہ آءُ توکي ان ڳالھہ جو هڪ طريقو سمجهايان. هڪڙو پرڻ کڻ ۽ انهيءَ ۾ اهي ٻئي وجهي ڇاڻ. بس پوءِ تون انهن کي جلدي ۽ سولائيءَ سان جدا ڪري سگهندينءَ."

پکيءَ جو اهو راڳ ٻڌي دڪا ڏاڍي خوش ٿي. هن هڪڙو پرڻ کنيو ۽ جيئن پکيءَ کيس ڏسيو هو، ائين ڪيائين. هڪڙي ڪلاڪ جي اندر اندر اَنَ ۽ تِر جدا ٿي ويا. هوءَ پنهنجي مائيجي ماءُ ڏي ڊوڙندي ويئي ۽ چيائينس، اما مون تر ۽ اَنَ جدا ڪيا آهن. هاڻي مان دعوت تي وڃان؟

مائيجي ماءُ اها ڳالھہ ٻڌي حيران ٿي ويئي. "انهيءَ ۾ ضرور ڪنهن غيب واري شيءِ جو هٿ آهي." مائيجي ماءُ اهو سوچي گهڙي کن رکي کيس چيو، تون ڀائنين ٿي، تہ رڳو اهو ڪم ڪرڻو هو؟ توکي اڃا ٻيو بہ ڪم ڪرڻو آهي. هيءَ ڪا سولي ڳالھہ ڪانهي. ائين چئي هن دڪا کي پاڻيءَ پرڻ جا ٽي ڏول حوالي ڪندي چيائينس، تہ وڃ ۽ وڃي باغ ۾ پيل ٽن مٽن کي ڀر. تہ پوءِ آءُ توکي وڃڻ ڏينديس.

دڪا سوچيو، تہ اهو تہ ڏاڍو سولو ڪم آهي. هوءَ تکڙي تکڙي دٻا کڻي ويجهڙي پاڻيءَ واري چشمي ڏانهن ويئي. پر هن کي اهو ڏسي ڏاڍي حيرت ٿي، تہ انهن ڏولن جي تَرن ۾ ٽُنگ هئا. سو هن جيئن ئي پاڻي ڀري ٻاهر ڪڍيو، تہ پاڻي مٽن تائين پهچڻ کان اڳ ۾ ئي هارجي ٿي ويو. اتي منجهند اچي ٿي، پر مٽ اڃا خالي هئا. دڪا کي ايڏي تہ مايوسي ٿي، جو هوءَ پنهنجا ڳوڙها روڪي نہ سگهي.

دڪا جي اصلي ماءُ جي روح پنهنجي ڌيءَ جي روئڻ جو آواز ٻڌو. هوءَ وري پکيءَ جي صورت ۾ ڌيءَ وٽ پهتي ۽ هڪڙي وڻ جي ٽاريءَ تي ويهي هيٺيون راڳ ڳائڻ لڳي:

"دڪا! دڪا! منهنجي ڳالھہ ٻڌ. مٽ پاڻيءَ سان ڀرڻ ڏکيو ڪم ڪونهي. ڏولن جا ٽنگ
گپ ۽ گاھہ سان بند ڪر. پوءِ تنهنجو ڪم جلدي ختم ٿي ويندو."

دڪا پکيءَ جي چوڻ تي عمل ڪيو. هن ڏول جا ٽنگ گپ ۽ گاھہ سان بند ڪيا ۽ مٽ جلدي ڀرجي ويا.

ٻيو شرط پورو ڪري دِڪا پنهنجي مائيجي ماءُ ڏي ڊوڙندي ويئي ۽ چيائين، تہ اما مون مٽ پاڻيءَ سان ڀري ڇڏيا آهن. هاڻي مون کي وڃڻ جي موڪل ڏي!

مائيجي ماءُ هن ڏانهن نهاري سخت لهجي ۾ چيو، پر تو وٽ نوان ڪپڙا تہ آهن ئي ڪونہ. تون ڪيئن ويندينءَ؟ پنهنجيءَ پيءُ ڏي تہ ڏس، هن وٽ نئون نيرو ريشمي وڳو آهي ۽ موتين سان جڙيل جتي آهي. پاڻ ڏي تہ ڏس، تنهنجا ڪپڙا ڪهڙا تہ ميرا آهن! جي تون ويندينءَ، تہ توکي ڪوبہ مهمان ڪونہ

سمجھندو. سڀ چوندا، ته ڪا فقيرياڻي آهي!

ائين چئي، ماٽيجي ماءُ دڪا کي اتي بيٺل ڇڏي، پُٺي ڏيئي هلي ويئي. پر اصلي ماءُ کي آرام ڪٿان ٿو اچي! هن جو روح وري پکيءَ جو روپ وٺي اُڏامڻو ۽ دڪا جي گهر پهچي هيءُ گيت ڳائڻ لڳو:

"دڪا! دڪا! منهنجي منڙي دڪا روءُ نه، نڪي ڏک ڪر. وڃ ۽ وڃي نم جي وڻ ۾

ڏس. اتي توکي نوان ڪپڙا ۽ نئين جتي ملندي."

اهو آواز ٻڌي دڪا ڊوڙي نم جي وڻ وٽ ويئي ۽ اتي ويهي پنهنجي ننڍڙن هٿن سان مٽي کوٽڻ لڳي. اڃا ڪ ٿي ٻڪ ئي مس ڪڍيائين، ته ڪيس هڪڙي ننڍڙي هڙ نظر آئي. هن هڙ کولي، ته ان مان هڪڙو سهڻو ريشمي وڳو، موتين سان جڙيل ڳاڙهي جتي، سونن ڪنگڻن جو جوڙو ۽ سونا ايرنگ نڪتا. دڪا هڪدم هٿ منهن ڌوئي لٽا ۽ ڳهه پاتا. پوءِ هوءَ ڊوڙندي ماٽيجي ماءُ وٽ ويئي ۽ چيائينس، اما، مون نوان ڪپڙا پاتا آهن، هاڻ ته مون کي وڃڻ ڏي!

ماٽيجي ماءُ اهو ڏسي حيران ٿي ويئي! گهڻو لُڇي ۽ ڦٿڪي، پر آخر دڪا کي موڪل ڏيڻي پيس.

هيءُ پهريون دفعو هو، جو دڪا ڪنهن شاديءَ جي دعوت ۾ ٿي ويئي. سو هوءَ ايڏي ته خوش هئي، جو سڄي واٽ نچندي ٿي ويئي. واهه جي مٿان لنگهندي هن جو پير هڪڙي پٿر سان ٿاٻڙجي پيو، جنهن ڪري پير مان هڪ پادر نڪري وڃي واهه ۾ ڪريس. پر هن ڪو به خيال نه ڪيو ۽ شاديءَ تي هلي ويئي.

ان مهل هڪڙو نوجوان هڪ سهڻي گهوڙي تي سوار اُتان اچي لانگهائو ٿيو. هن جو نالو "هسيوسائي" هو. پُل جي مٿان اچي هن جو گهوڙو گهڻو ڪري بيهي رهيو. هن گهڻو ئي گهوڙي کي هڪليو ۽ چهبڪ هنيا، پر گهوڙو اڳتي وڌڻ کان نابري واري بيهي رهيو. نوجوان کي گهوڙي جي هن ڳهه تي ڏاڍي حيرت لڳي. هن هيڏي هوڏي نهاريو. ڏسي ته پريان واهه ۾ هڪ ڳاڙهي جتيءَ جو پادر پاڻيءَ ۾ ترندو ٿو اچي. هن کي دل ۾ اچي اها ڳالهه ويئي، ته لاشڪ انهيءَ جتيءَ واري ڇوڪريءَ سان منهنجو انگ لڳل آهي. سو گهوڙي تان لهي واهه ۾ گهڙيو ۽ اتان اهو پادر ٻاهر ڪڍي آيو ۽ ماڻهن ۾ اچي مشهور ڪيائين، ته جنهن ڇوڪريءَ جو اهو پادر هوندو، مان ان سان شادي ڪندس. اهو نوجوان ڏاڍو اشراف ۽ شاهوڪار ماڻهو هو. دڪا کي انهن ڳالهين جي ڪا پڪ ئي ڪانه پيئي. پر سندس ماٽيجي ماءُ کي خبر پئجي ويئي. سو هوءَ هسيوسائيءَ سان وڃي ملي ۽ چيائينس ته هيءَ جتي منهنجي ڌيءَ دلن جي آهي.

نوجوان وراڻيو، ته پوءِ هن کي موڪل، ته هوءَ پنهنجي جتي سڃاڻي.

ماءُ چيس، هوءَ شادي جي دعوت ۾ ويئي آهي. پر جلدي موٽي ايندي. ٿوري ئي وقت کان پوءِ دڪا ۽ دلن پرئين پاسي کان اينديون نظر آيون. دلن ڏانهن اشارو ڪندي ماءُ چيو، ڏس اها دلن پيئي اچي. منهنجي ڌيءَ اها اٿيئي، جنهن کي نيرو ريشمي وڳو پيو آهي. ائين چئي هوءَ تکڙي دلن وٽ ويئي ۽ چيائينس، ڌيءُ، هن نوجوان تنهنجي وڃايل جتي لڌي آهي، سو وڃي چئينس، ته اها تنهنجي آهي. پر دڪا کي ته خبر هئي، ته جتي هن وڃائي آهي. سو هن اڳتي وڌي چيس، ته سائين، هيءَ جتي منهنجي آهي. مهرباني ڪري مون کي موٽائي ڏيو.

دڪا جا اهي لفظ ٻڌي ماٽيجي ماءُ ڪاوڙ ۾ ٽپي باهه ٿي ويئي.

"جتي دلن جي آهي." هن ورندي ڏني. "ڏاڏڻ اها تنهنجي ڪٿان آئي؟" هن ائين چئي دڪا کي چماٽ ٺهڪائي ڪڍي. اهو ڏسي نوجوان چيو، جهيڙو نہ ڪريو، هيئن ڪريو. جو آءُ هي ڪندڻ جي ڏنگهري هتي پل تي ٿو رکان. اوهان ٻئي ان وٽان لنگهو. جنهن جي ڪپڙن ۾ اها ڏنگهري ڦاسندي، مان سجهندس، تہ جتي انهيءَ جي آهي. ائين چئي هن هڪڙي ڪندڻ جي ڏنگهري ڪٽي ۽ ان کي پل جي بلڪل وچ تي وڃي رکيائين ۽ پوءِ پاڻ پري بيهي تماشو ڏسڻ لڳو. پهرين دلن اڳتي وڌي. هن پنهنجن ڪپڙن کي وٽي ڪنديريو، تہ جيئن ڪنڊا ان ۾ وچڙن. پر هوءَ ناڪام موٽي آئي. هاڻي دڪا اڳتي وڌي. هوءَ ڏنگهريءَ جي ويجهو پهتي، دلن وانگر ڇاڻي واڻي ڪپڙن کي ڪونہ ڪنديريائين. پر ڇا ٿيو، جو اوچتو هوا جو هڪ زوردار جهوٽو لڳو ۽ هن جو پلئہ اُڏامي وڃي ڪندڻ ۾ ڦاٿو. نوجوان هڪدم جتي دڪا کي موٽائي ڏني. ۽ ستت ئي پوءِ هو نهايت ڌام ڌوم سان دڪا سان شادي ڪري کيس ڪنوار بنائي پنهنجي گهر وٺي آيو.

دڪا ۽ سندس مڙس جو هڪ ٻئي سان ڏاڍو پيار هو. هو نهايت آرام سان حياتي گذاري رهيا هئا. هاڻي دڪا کي ماٽيجي ماءُ جا ظلم سهڻا ڪونہ ٿي پيا. ٿورن ئي ڏينهن ۾ کيس هڪڙو چند جهڙو پٽ ڄائو. هڪڙي دفعي هوءَ ڏوليءَ ۾ ويهي پٽ کي ماٽيجي ماءُ وٽ گهمائڻ ويئي. هن جي شاندار ڏولي کي ڏسي، ماٽيجي ماءُ اندر ۾ سڙي ويئي، پر مٿان رک رکاءُ ڪري ڪوڙي خوشي ظاهر ڪرڻ لڳي. هن چيو، تہ پياري ڌيءَ توکي ڏسڻ لاءِ تہ اکيون آتيون هيون. هاڻي ڪجھ ڏينهن هتي رهي آرام ڪر. ان کان پوءِ هن دڪا لاءِ نهايت شاندار ماني تيار ڪئي. جڏهن دلن ڏٺو، تہ سندس ماءُ دڪا جو ايترو آدر ڀاءُ ٿي ڪري، تہ هوءَ ڏک وچان گهر جي باغ ۾ هلي ويئي ۽ اتي سڏڪا ڀري روئڻ لڳي.

ڇري ڇوڪري، ماٽس ڪن ۾ اچي چيس، تون مون کي بيوقوف ٿي سمجهين. ائين چئي هن آهستي دلن کي پنهنجي سڄي سازش کان واقف ڪيو. دلن خوش ٿي ويئي. نچندي ٽپندي پنهنجي ڀيڻ وٽ مانيءَ تي اچي ويٺي. مانيءَ کان پوءِ هن دڪا کي چيو، تہ ادي تون الاهي ڏينهن کان پوءِ گهر آئي آهين، هل تہ پنهنجي کوھ وٽ هلي جهاتي پائي نئيڻ وانگر پنهنجا پاڇولا ڏسون. دڪا هن کي خوش ڪرڻ جي خيال کان چيو، هل تہ هلون. جڏهن ٻئي ڀيڻيون کوھ وٽ آيون ۽ دڪا هيٺ نئڙي ليئو پاتو، تہ دلن ڇا ڪيو، جو دڪا کي وٺي زور سان ڌڪو ڏنائين. دڪا ويچاري وڃي کوھ ۾ ڪري. اهو ڏسي دلن خوش ٿي. پاڻ جلدي موٽي دڪا جهڙا ڪپڙا پائي ماءُ سان صلاح ڪري دڪا جي ٻار کي چيائين، پٽ هل تہ گهر هلون. ٻار ڏٺو تہ هيءَ منهنجي ماءُ ڪانہ آهي. سو هن چيو، نہ آءُ توسان ڪونہ هلندس. تون منهنجي ماءُ نہ آهين. امان کي منهن تي ڇٽا ڪونهن. دلن وراڻيو تہ تنهنجي نانيءَ منهنجي لاءِ پٽاٽا پئي تريا، سو مون کي منهن تي تيل جا ڇنڊا اچي لڳا آهن. بيوقوف تون ائين ٿو سمجهين، تہ آءُ تنهنجي ماءُ نہ آهيان. ٻار کي اعتبار اچي ويو ۽ هو دلن سان گڏ واپس شهر ويو. جڏهن دلن ڏوليءَ ۾ ويٺي، تہ ڏولي کڻندڙن کي ڪجھ وڌيڪ بار محسوس ٿيو. هنن هڪ ٻئي کي چيو، تہ ڏسو تہ سهي ٻار ۽ ماءُ اڳي کان ڳرا ٿي ويا آهن. دلن اهو ٻڌي چيو تہ ڇوندا آهن تہ ڇانورن کائڻ کان پوءِ پيٽ وڌي پوندو آهي ۽ پٽاٽا کائڻ سان بار وڌي ويندو آهي. سو مون ڇانور ۽ پٽاٽا کاڌا آهن. جڏهن هوءَ گهر پهتي، تہ رات هئي. پر

پوءِ بہ دکا جي مڙس کي ڪجهہ شڪ پيو. ٻئي ڏينهن تي هن ڏٺو، تہ هيءَ منهنجي سچي پچي زال ڪانهي، پر دلن آهي. هن سمجهيو، تہ مون سان دغا تہ وڏي ٿي آهي، پر خوف سببان ڪنهن ماڻ ڪيائين، تہ ڪٿي سندس اصلي زال دکا کي نقصان نہ پهچي. پوءِ هو لڪل نموني زال جي ڳولا ڪندو رهيو. هڪڙي ڏينهن هسيوسائي جيئن جهنگ مان پئي لنگهيو، تہ سندس ڪن ۾ آواز آيو. ڪُوا ڪُوا! ڪُوا ڪُوا!

سهڻيءَ زال بدران ڇڻ واري ڇوڪري مليس.

ڪوا ڪوا ڪوا!

هن ڏٺو، تہ هڪڙو ننڍو پکي اهو چئي رهيو هو. هن کي شڪ پيو، تہ ڪٿي اهو پکي سندس زال جو روح نہ هجي!! پکيءَ ڏي نماڻيون اکيون ڪري هن چيو، تہ اي پکي، جي تون منهنجي پياري زال دکا جو روح آهين، تہ پوءِ منهنجي ڪلهن تي اچي ويهہ. ائين چوڻ شرط پکي اُڏامي اچي سندس ڪلهي تي ويٺو. هن پکيءَ کي آڻي پنهنجي ڪٽ جي سيرانديءَ وٽ هڪڙي پڃري ۾ وهاريو. هڪڙي پيري دلن پنهنجي منهن ويٺي مٽي ڳوهي، تہ هن جي ڪن ۾ پکيءَ جو آواز آيو، جو پڃري ۾ چئي رهيو هو:

ڪوا ڪوا ڪوا خوني خوني!

پيڻ جي خوني! ڪوا ڪوا ڪوا!

هوءَ هڪدم ڪاوڙ مان اٿي ۽ چاقو ڪڍي پڃرو کوليائين ۽ امالڪ پکيءَ کي ڪهي ڇڏيائين. شام جو مڙس اچي ڏسي، تہ پکي نهي ئي ڪونہ. هن جي پڇڻ تي دلن ٻڌايس، تہ مون پکيءَ کي ماري ڇڏيو آهي. اها ڳالهہ ٻڌي، مڙس وسامي خاڪ ٿي ويو. حيرت ۾ چيائين، تہ تو هن جيئامڙي کي ماريو ڇو؟

"سندس گوشت کائڻ لاءِ." ائين چئي رڌڻي مان پکيءَ جو پڪل گوشت ڪڍي آئي. ٿورو ذرو کائڻ سان هن کي پيٽ ۾ اچي سور پيو. دلن گوشت ڪڍي ڦٽو ڪيو. سور وڌڻ لڳس. جتي دلن گوشت ڦٽو ڪيو، اتي هڪڙو وڻ ڦٽو، جنهن جي هيٺان گهاٽي ڇانو ٿي بيٺي. پاڙي جا ماڻهو ان وڻ جي هيٺان اچي ويهندا هئا. هڪڙي ڏينهن جيئن مڙسهنس ان وڻ جي هيٺان ڇانوَ ۾ ويٺو هو، تہ مٿان وڻ مان هڪڙو ميوو ڪريو. هن ڪڍي ڪاڌو، تہ ڏاڍو مزيدار لڳس. دلن بہ ريس تي وڻ هيٺان وڃي ويٺي، ميوو تہ ڪونہ ڪريو، پر اوچتو هڪڙي ٽاري نمي، دلن کي وارن کان جهلي، ڇڪي زمين ڪان مٿي ڪيو. هوءَ رڙيون ڪري مڙس کي مدد لاءِ سڏ ڪرڻ لڳي. هسيوسائي رڙيون ٻڌي ٻاهر نڪتو ۽ ٽاريون پري ڪري دلن جا وار ڇڏايائين. دلن ڦهڪو ڪري وڃي پٽ تي ڪري ۽ سندس سڄو بت سور ڪرڻ لڳو. هن هڪدم اٿي ڪهاڙي ڪڍي وڻ جون سموريون ٽاريون ڪپي ڇڏيون. پاڙي جا ماڻهو اها خبر ٻڌي ڪيپل وڻ ڏسڻ آيا. انهن ۾ هڪڙي پوڙهي مائي بہ هئي. تنهن هسيوسائيءَ کان هڪڙي ٽاري گهري ورتي. پوءِ هن اها ٽاري ڪڍي وڃي پنهنجي سٽ ڪتڻ واري چرخي ۾ هنيائين. ان مان ڇا ٿيو، جو جيڪو ڪم هوءَ سڄي ڏينهن ۾ ڪندي هئي، سو هاڻي ڪلاڪن ۾ پورو ٿي پئي ويو ۽ هن جي اڏاڻي مان ڪپڙو بہ خودبخود اچڻ لڳو. هن حيرت ۾ پنهنجي پاڙي وارن کان پڇيو، تہ ائين ڪپڙو اُچي سگهي ٿو؟ پر ڪنهن بہ ان جي هاڪار نہ ڪئي. نيٺ هن ڇا ڪيو، جو ٻئي ڏينهن لڪي ويٺي، ڇا ڏسي تہ ان ڪانيءَ مان هڪڙي

موڪاري ڇوڪري نڪتي ۽ وڃي ڪپڙو اُٺڻ ويئي. هوءَ پوڙهي مائي تہ حيران ٿي ويئي ۽ هڪدم ڪمري ۾ وڃي ڇوڪريءَ کي ٻانهن کان جهلياڻين ۽ چوڻ لڳي، تہ تون تہ ڪا عجيب ڇوڪري آهين! تنهنجو نالو ڇا آهي؟ ڇوڪري گهڻا ئي وس ڪيا، تہ ڇڏجي نڪري، پر پوڙهي مائيءَ هن کي زور سان جهليو بيٺي هئي. پوڙهي امان! هن ڇوڪريءَ آخرڪار چيو، آءٌ اها ڇوڪري آهيان، جنهن کي نہ ماءُ نہ گهر!

"تہ پوءِ ٻچڙي اڄ کان تون منهنجي ڌيءَ آهين." پوڙهيءَ کيس جواب ڏنو.

انهيءَ کان پوءِ اها ڇوڪري پوڙهي مائيءَ جي گهر رهندي هئي ۽ گهر جو سڄو ڪم ڪار پاڻ ڪندي هئي. پوڙهي مائي آرام ۾ هئي. هڪ دفعي ڇوڪري پوڙهيءَ کي ٻڌايو، تہ آءٌ اڄ کان گهڻو اڳي خون ڪئي وئي هيس. هاڻي آءٌ هڪ روح آهيان. نڪي جسم اٿم نڪي ماس. تون بازار وڃ ۽ تازيون چاپون وٺي اچ. انهن کي اُٻار. جڏهن اُٻاريل چاپن جو پاڻي پيئنديس، تڏهن آءٌ موٽي انساني صورت ۾ ايندس. پوڙهي هڪدم ائين ڪيو. جيئن ڇوڪريءَ کيس ٻڌايو. ڇوڪري هاڻي نهايت سهڻي ٿي پيئي.



هڪڙي ڏينهن ڇوڪريءَ چيو، اما، اڄ موسم ڏاڍي سٺي آهي، منهنجي مرضي آهي، تہ تون هڪڙي مهمان کي دعوت ڏي.

"ڪنهن کي دعوت ڏيان؟" پورهيءَ پڇيو.

"هسيوسائي پنهنجي ڳوٺ وارو چڱو مڙس." ڇوڪريءَ ورندي ڏني.

"ٻچڙي اهو امير ماڻهو، سو اسان غريبن وٽ ڪيئن ايندو؟" پوڙهي ويچاريندي چيو.

"ان جو تون خيال نہ ڪر رڳو وڃي چئينس، تہ منهنجي ڌيءَ توکي دعوت ڏني آهي ۽ اهو بہ چئينس تہ پٽ کي پاڻ سان گڏ وٺيو اچي." ڇوڪريءَ چيو.

پوڙهي مائيءَ ڏٺو، تہ ڇوڪري پنهنجيءَ هوڏ تان ڪانہ لهندي. سو اوڏيءَ مهل هسيوسائيءَ جي گهر ڏانهن رواني ٿي. هسيوسائي پوڙهيءَ جي دعوت قبول ڪئي ۽ پنهنجي پٽ کي ساڻ وٺي پوڙهيءَ سان گڏجي هليو آيو. گهر پهچڻ شرط پوڙهي ڇوڪريءَ جي چوڻ موجب ڪاڏو تيار ڪرڻ لڳي. هوءَ ڇوڪري گهر جي دريءَ جي اوٽ ۾ لڪي ٻار کي ڏسڻ لڳي ۽ پاڻ ٻاهر ڪانہ نڪتي. پوڙهي ماءُ، ٻار کي ڪڪڙ جي ٽنگ کائڻ لاءِ ڏني، جيڪا ٻار نهايت مزي سان کائڻ لڳو. اوچتو هڪڙي وڏي ڪاري ٻلي آئي ۽ ٻار کان ڪڪڙ جي ٽنگ ڦري ان دريءَ ڏانهن وٺي ڀڳي، جتي ڇوڪري لڪي بيٺي نهاريو. ٻار بہ ٻليءَ جي پويان ڀڳو. جڏهن دريءَ وٽ پهتو، تہ سندس نظر وڃي ڇوڪريءَ تي پيئي. هن جي وات مان بي اختيار دانهن نڪتي. منهنجي امان!!

هسيوسائي آواز ٻڌي دريءَ ڏانهن ڀڳو ۽ ڇوڪريءَ کي ڏسي خوشي ۽ حيرت ۾ وائڙو ٿي بيهي رهيو. هن جي اڳيان دکا بيٺي هئي، جنهن جي هنج ۾ سندس پٽ هو. دکا جي ڳلن تان ڳوڙها وهي رهيا هئا ۽ ٻار کلي رهيو هو. هسيوسائي بي اختيار "منهنجي دکا" چئي وٺي ڊوڙيو ۽ هن سان ڇهتي ويو. هوءَ ٻئي ڏينهن وري پوڙهي مائيءَ جي گهر آيو ۽ پنهنجي اصلي زال کي وڏي شان مان سان پنهنجي گهر وٺي آيو. جڏهن دلن دکا کي ڏٺو، ته هوءَ ڏاڍي ڊني. پر بي حيائي ڪري چيائين، ته ادي تنهنجو پير ترڪي پيو هو، سو تون کوهه ۾ ڪري پيئي هئين. اسان سمجهيو، ته تون ٻڏي وئينءَ. لاچار مون تنهنجي ٻار جي پالڻ لاءِ هيءُ سانگ ڪيو. دکا ڪجهه نه ڪڇيو. دلن ڏاڍي لڄي ٿي. پر پوءِ به بي حيائي ڪري اتي ٽڪي پيئي. هڪڙي ڏينهن هن دکا کان پڇيو، تنهنجي چمڙي ايتري اڇي ڇو آهي؟

دکا وراڻي ڏنيس، ته منهنجي ماءُ مون کي ننڍپڻ ۾ اکريءَ ۾ وجهي مُهريءَ سان ڪٽيو هو، تنهن ڪري آءٌ ايتري اڇي ٿي آهيان.

سچ؟ دلن بي اعتباريءَ مان پڇيو.

تون پاڻ ڏس. ته جڏهن سارين کي اکريءَ ۾ وجهي ڪٽبو آهي، ته اڇا چانور نڪرندا آهن. پوءِ ڀلا ماڻهو ڇونه اڇو ٿيندو؟ دکا مثال ڏيئي سمجهايس.

"ته چڱو، سڀاڻي آءٌ به ٿي امان وٽ وڃان. پنهنجي چمڙي اڇي ڪرايان." دلن جواب ڏنو.

پوءِ صبح سان ماءُ وٽ ويئي ۽ ماءُ کي وڃي سڄي ڳالهه ٻڌايائين. پوءِ ماءُ کي چيائين، امان خبر اٿيئي، دکا جي چمڙي اڇي ڇو آهي؟ انهيءَ ڪري جو هن جي ماءُ ڪيس ننڍپڻ ۾ اکريءَ ۾ وجهي مهريءَ سان ڪٽيو هو. سو هاڻي تون به مون سان ائين ڪر، ته آءٌ به اڇي ٿيان.

ائين چئي هن هڪدم ڪڍي مٿو اکريءَ ۾ وڌو.

ماڻس چيس، ته بيوقوف ڇوڪري ڪير ائين به اڇو ٿيو آهي؟ اهو ٻڌي دلن ڇا ڪيو. جو مُهري ڪڍي امالڪ پنهنجي مٿي ۾ هنيائين. ڌڪ لڳڻ سان اتي ئي ڇٽڪي مري ويئي. ماڻس کي دلن جي موت تي ڏاڍو افسوس ٿيو ۽ هوءَ به انهيءَ غم ۾ ٻن ٽن ڏينهن ۾ مري ويئي. هنن ٻنهي ماءُ ڌيئرن جا روح پکي بنجي ويا، جن کي اڄ به "چيو چيائو" جي نالي سان سڏيندا آهن. هو ڏينهن رات اهو ڳائيندا وتندا آهن، ته جيڪو ٻئي لاءِ کڏ کوٽيندو آهي، سو پاڻ ئي ان ۾ ڪرندو آهي.

ان ڏينهن کان پوءِ هسيوسائي ۽ دکا حياتيءَ جا باقي ڏينهن نهايت مزي ۽ آرام سان گذارڻ لڳا.



# جادوءَ جو گهوڙو

ڪنهن ملڪ ۾ هڪ بادشاهه هوندو هو، جنهن کي هڪ پٽ هو. هڪ ڏينهن بادشاهه پنهنجي شهزادي کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ چيائينس، ته ابا هاڻي مان اچي پوڙهو ٿيو آهيان. اڳي پوءِ توکي حڪومت جي واڳ سنڀالڻي آهي. سو هاڻي تون پنهنجو عيش عشرت ڇڏ ۽ گهمڻ ڦرڻ گهٽ ڪر. نه ته تون نڪي سٺو ماڻهو ٿيندين ۽ نه وري ڪو وڏو بادشاهه ٿي سگهندين. زماني جو تجربو سکڻ لاءِ تون بنا ٿمر ساڻ کڻڻ جي سفر تي وڃ ۽ پنهنجن پيرن تي بيهڻ سک. سفر مان ماڻهو گهڻو سکي ٿو. شهزادي چيو، ته بابا اوهان بلڪل سچ چئو ٿا. مان اڄ ئي اوهان جي حڪم جي پيروي ڪري سفر تي روانو ٿيان ٿو.

ٻئي ڏينهن شهزادو ويس بدلائي سفر تي نڪتو. سفر لاءِ هن پاڻ سان ٿورڙو کاڌو کنيو. هو شهزادو هو. ڪڏهن به پيرين پيادو پنڌ نه ڪيو هئائين. سو هلندي هلندي ٿوريءَ دير کان پوءِ سندس ٽنگون ٿڪجي ٿي پيون. پر پوءِ به همٿ ڪري هلندو هليو. ڪجهه وقت سفر ڪرڻ کان پوءِ هڪ جهنگ ۾ اچي پهتو. جهنگ مان لنگهندي هن کي خيال آيو، ته غريب ماڻهو جيڪي پنهنجي پيٽ گذر لاءِ روزانو جهنگ ۾ ڪاٺيون ڪرڻ يا ٻئي ڪم لاءِ ويندا آهن، تن کي ڪيتري نه تڪليف ٿيندي هوندي؟ اتي شهزادي کي به اچي بک لڳي. پر دل ۾ خيال ڪيائين، ته جيڪي ٿورو گهڻو کاڌو اٿم. سو جيڪڏهن هاڻي کائي ڇڏيندس، ته اڳتي ڪيئن هلندس؟ سو هن ٿورڙو کاڌو ۽ وري اڳتي هليو. هلندي هلندي هن ڪنهن ماڻهوءَ جي دانهن جو آواز ٻڌو. هو آواز جي رخ تي هلندو رهيو. تان جو اچي ڏسي، ته هڪڙي جهوپڙي آهي، جنهن جي اڳيان هڪ پوڙهي مائي ويٺي ٿي روئي. هن مائيءَ کان پڇيو، اما! تون ڇا جي لاءِ ٿي روئين؟ پوڙهيءَ جواب ڏنو، ته پٽ مان ٽن ڏينهن کان بکي آهيان. مون ڪجهه به نه کاڌو آهي. ۽ سيءُ به اهڙو آهي. جو پنڌ ڪري ڪٿان ڪا شيءِ وٺي اچڻ جيتري طاقت به ڪانه اٿم ۽ نه وري ايتري سگهه اٿم. جو چار ڪاٺيون ڪري اچي باهه ٻاريان. شهزادي کي پوڙهي مائيءَ تي ڏاڍي ڪهل آئي، سو سمورو بچيل کاڌو کيس کائڻ لاءِ ڏنائين ۽ پاڻ ويو، سو جهنگ مان سندس لاءِ ڪاٺيون وڍي آيو ۽ پوڙهيءَ کي باهه ٻاري ڏنائين ۽ چيائين ته هي ٻيون ڪاٺيون مان هتي ڍير ڪري رکان ٿو. تون ضرورت وقت اهي ٻاري پنهنجو سيءُ لاهجانءِ. پوڙهيءَ سندس گهڻا شڪرانا مڃيا ۽ چيائينس، ته پٽ تون پيرين پيادو اهڙي جهنگ ۾ ڪيڏانهن ٿو وڃين؟

شهزادي کيس ڪوڙو سچو بهانو ٻڌايو ۽ پاڻ وري سفر لاءِ تيار ٿيو. تڏهن ان پوڙهيءَ چيس، ته پٽ تو مون تي مهرباني ڪئي آهي. مان تو لاءِ ٻيو ته ڪجهه ڪري نٿي سگهان. پر هاڻ هن جهوپڙيءَ جي پٺيان هڪ گهوڙو ٻڌو بيٺو اٿيئي، سو تون ڇوڙي ان تي سوار ٿيءُ. ته توکي جهنگ مان پار لنگهي وڃڻ ۾ تڪليف ڪانه ٿيندي. شهزادي پوڙهيءَ جي ڳالهه مڃڻ کان اول ته انڪار ڪيو. پر آخرڪار سندس زور ڀرڻ تي ڳالهه قبول ڪيائين. هو گهوڙي تي سوار ٿي روانو ٿيو. هلندي هلندي هن کي رات پئجي ويئي. هن گهوڙو وڻ سان ٻڌو ۽ پاڻ ان جي هيٺان سمهي رهيو. ٻئي ڏينهن هو وري سفر تي روانو

ٿيو. سَتت هو جهنگ لنگهي پار ٿيو. ڏسي ته سامهون هڪ ميدان آهي، جنهن ۾ هڪ اُبو منارو بيٺو آهي ۽ ان جي اوريان هڪ پوڙهو شخص پيو هر ڪاهي. شهزادو گهوڙو هڪلي پوڙهي شخص وٽ پهتو ۽ پڇيائينس ته هن مناري ۾ ڪهڙي ڳالهه آهي؟

پوڙهي شخص چيس، ته ابا هن مناري ۾ هڪ شهزادي آهي، جنهن کي سندس ظالم چاچي هت قيد ڪيو آهي. گهڻن ئي ماڻهن هن شهزاديءَ کي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر ڪوبه ڪامياب ٿي نه سگهيو آهي ۽ جيڪو ماڻهو ناڪامياب ٿيندو آهي، ان کي به شهزاديءَ جو ظالم چاچو قيد ۾ وجهندو آهي. هن ظالم شخص شهزاديءَ کي ڏاڍا ڏک ڏنا آهن. ڏکن ۽ ٻکن ۾ ڪيس ٻي حال ڪري ڇڏيو اٿائين. هڪ ڪبوتر پاليو اٿائين. جو مانيءَ جو ٽڪر ڇهنب ۽ چنبن ۾ کڻي وڃي شهزاديءَ کي ڏيندو آهي، جو ڪائي ويچاري پيٽ وقت ڪاٽي. ڪنهن به بني بشر کي اتي وڃڻ جي طاقت ڪانهي. شهزادو اها ڳالهه ٻڌي مناري وٽ آيو. ڏسي ته هڪ پري جهڙي ڇوڪري مناري جي چوٽيءَ تي هڪ ڪمري ۾ به ويٺي آهي. مناري جي دروازي تي مڻ جو هڪ لوهي تالو لڳو پيو آهي. شهزادي دل ۾ پهه ڪيو، ته ڪيئن به ڪري مان هن شهزاديءَ کي قيد مان ڇڏائيندس، پر هو ڏاڍو دلگير ٿيو، ته مان اتي، مناري جي چوٽيءَ تي ڪيئن پهچان؟

آخرڪار هن کي ڪائي راهه نه سُجهي، سو هو اچي پريشان ٿيو ۽ ڪنڌ هيٺ ڪري وڃي وڻ هيٺان ويٺو. اتي ڪيس هڪ ماڻهوءَ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هيڏي هوڏي ڏٺائين، ته ماڻهو ته ڪوبه ڪونهي، پر وري به ماڻهوءَ جو آواز ٻڌائين. ڏسي ته سندس گهوڙو ڪيس چئي رهيو آهي، ته شهزادا، اُداس نه ٿيءُ، مان توکي مناري جي چوٽيءَ تي پهچايان ٿو. مان جادوءَ جو گهوڙو آهيان. ائين چئي گهوڙي پنهنجو پڇ ڌڳهو ڪيو، ته وڃي مناري جي چوٽيءَ سان لڳو. شهزادو قدرت جي هيءَ مهرباني ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. هو گهوڙي تي سوار ٿيو ۽ پوءِ سڌو وڃي مناري جي چوٽيءَ تي پهتو. قيد ٿيل شهزادي کي ڪلهن تي ويهاري هو وري هيٺ لٿو ۽ گهوڙي تي سوار ٿي پنهنجي وطن روانو ٿيو. جڏهن هو شهزاديءَ جي شهر وٽ اچي پهتا، ته گهوڙي شهزادي کي چيو، ته گهڙي ڪن مون کي مهلت ڏي، شهزادو ۽ شهزادي گهوڙي تان لٿا، ته گهوڙو غائب ٿي ويو. اک ڇنڀ ۾ گهوڙو وري اچي حاضر ٿيو. مٿس پئسن جون ڳوڻريون رکيل هيون، جي لاهي، گهوڙو شهزادي ۽ شهزاديءَ کان موڪلائي وري پوئتي اُڏاڻو. شهزادو شهزاديءَ کي ساڻ وٺي خزانو ساڻ کڻي خدا جا شڪرانا ڪندو پنهنجي شهر ۾ گهڙيو ۽ پنهنجي پيءُ کي وڃي مليو. بادشاهه شهزادي جي سفر جو قصو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو. ڪجهه وقت کان پوءِ شهزادي ۽ شهزاديءَ شادي ڪئي. سَتت بادشاهه سلامت خدا جي عبادت ۾ وڃي مشغول ٿيو ۽ بادشاهي شهزادي جي حوالي ڪيائين. شهزادو نهايت انصاف ۽ رحمدليءَ سان حڪومت هلائڻ لڳو. جنهن ڪري رعيت منجهانئس راضي رهي ۽ هر غريب غربو ڪيس دعائون ڏيندو رهيو.



# شاعر جي سزا

## (سنڌ جي تاريخ جو هڪ يادگار واقعو)

هي ڳالهه هجري 1009 جو واقعو آهي. ان وقت سنڌ جي حڪمران مرزا جاني بيگ وفات ڪئي هئي ۽ ان جي جاءِ تي سندس نوجوان پٽ مرزا غازي بيگ سنڌ جي حڪومت جون واڳون ورتيون. بدقسمتيءَ سببان هي سنڌ جا حڪمران، ڪنهن مدت کان دهلي سلطنت جا ڏن پرو رهندا ٿي آيا ۽ جڏهن به سنڌ جي گاديءَ تي ڪو نئون حڪمران ويهندو هو، ته شروع ۾ ان کي دهلي دربار ۾ گهرايو ويندو هو، جتي هن کي خلعتن ۽ ٻين انعامن اڪرامن سان نوازي، وفادار رهڻ جو اعتماد وٺي، پوئتي موٽايو ويندو هو. هي زمانو، مغل شهنشاهه اڪبر جو دور هو. دستور موجب غازي بيگ کي به دربار ۾ حاضر ٿيڻ جو حڪم روانو ڪيو ويو. غازي بيگ اڃا پهچي ئي پهچي، تنهن کان اڳ سنڌ جي اميرن هڪ نئين حڪمران جي ننڍيءَ ڄمار ۽ ناتجربيڪاريءَ جو غلط اندازو لڳائي، سنڌ ۾ هر هنڌ فتنا فساد شروع ڪري ڏنا. فسادين کي جوڳيون سزائون ڏيڻ ۽ ملڪ ۾ امن امان بحال رکڻ ڪري غازي بيگ کي مغل دربار ۾ پهچڻ لاءِ ڪافي دير ٿي ويئي.

1013 هجريءَ ۾ مرزا غازي بيگ آگري پهتو. اڪبر بادشاهه هن نوجوان حڪمران کان نهايت خوش ٿيو ۽ کيس خلعت سان گڏوگڏ هڪ تلوار پڻ عنايت ڪيائين. ٿورن ئي ڏينهن گذرڻ کان پوءِ اڪبر وفات ڪري ويو ۽ کانئس پوءِ سندس پٽ جهانگير تخت نشين ٿيو. جهانگير به پنهنجي پيءُ وانگر غازي بيگ تي گهڻو مهربان هو ۽ پاڻ سان گڏ کيس لاهور وٺي آيو. جتي ملتان پرڳڻي جا ڪيترا ڳوٺ غازي بيگ کي جاگير طور ڏنائين.

اُن دؤر ۾ ڪابل ۽ قنڌار جا صوبا مغل سلطنت ۾ شامل هئا. پر جڏهن ايران جي ڪن اميرن ۽ نوابن کي شهنشاهه اڪبر جي موت جي خبر پهتي، تڏهن هنن پنهنجي بادشاهه شاهه عباس جي مشوري بنا قنڌار تي حملو ڪيو ۽ شهر جي ٻاهران گهيرو ڪري ويهي رهيا. قنڌار ۾ ان وقت مغل حڪومت جي پاران شاهه بيگ گورنر هو. شاهه بيگ پهرين ته مقابلو ڪيو، پر پوءِ ٿوريءَ فوج هئڻ سببان لاچار ٿي قلعي ۾ بند ٿي ويهي رهيو ۽ جهانگير کي مدد لاءِ لکيائين. جهانگير هن مهم کي منهن ڏيڻ لاءِ مرزا غازي بيگ جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ شاهي فوج قنڌار ڏانهن رواني ڪئي.

غازي بيگ اڃا قنڌار جي ويجهو پهتو ۽ ايراني فوجن کي ڪڙڪ پيئي، ته هو بنا ڪنهن مقابلي جي جتان آيون هيون، اوڏانهن پٺي روانيون ٿيون.

غازي بيگ قنڌار ۾ نئين سر امن امان جي فضا قائم ڪري لاهور موٽي آيو. جهانگير غازي بيگ جي فتحيابيءَ کان گهڻو متاثر ٿيو ۽ سنڌ جو صوبو، ملتان جا ڪي پرڳڻا ۽ قنڌار جو صوبو سندس حوالي ڪيائين. غازي بيگ اُن وقت سنڌ جي بدران قنڌار ۾ رهي مٿين ٽنهي پرڳڻن جي نگراني ڪندو رهيو.

مرزا غازي بيگ نهايت هوشيار هو ۽ منجهس ملڪي انتظام هلائڻ جون بهترين صلاحيتون موجود هيون. هن قنڌار ۾ رهڻ کان پوءِ اتان جي اديبن، شاعرن ۽ دانشورن کي پنهنجيءَ دربار ۾ گهرائي وڏا انعام، پگهارون ۽ جاگيرون ڏيئي نوازڻ شروع ڪيو. غازي بيگ جي علم پروري ۽ سخن شناسيءَ جي هاڪ ٻڌي، ڪتان ڪتان جا شاعر ۽ اديب دربار ۾ حاضر ٿي، پنهنجو فن ڏيکاري داد حاصل ڪرڻ لڳا.

غازي بيگ جي علم نوازيءَ جي هيءَ ساک جڏهن هندستان پهتي، تڏهن هڪ پٽڻ شاعر، جو پنهنجي غربت ۽ مفلسيءَ سببان نهايت پريشان هو، تنهن کي پنهنجي قسمت آزمائيءَ جو اچي خيال ٿيو. هو بيابان لتاڙيندو، جهنگ ۽ جبل جهاڳيندو نيٺ هڪ ڏينهن اچي قنڌار جي شهر ۾ پهتو. پٽڻ شاعر کي پنهنجي فن تي وڏو ناز هو. هن چاهيو ٿي، ته مون کي فقط هڪ دفعو بادشاهه جي حضور ۾ شرفيابيءَ جو موقعو ملي. هن ڏاڍا وس ڪيا ۽ حيلا هلايا، پر بادشاهه جي درٻارين ۽ ملازمن بادشاهه جي حضور ۾ پهچڻ ته وڏي ڳالهه، پر مورڳو محل جي ويجهو به اچڻ ڪين ڏنس. پٽ اڳئي مسڪين هو، واٽ جي ڏکي سفر ۽ پرديس جي ڪري هڻ ۾ جيڪي الهُ تلهُ هوس، سو ڪائي ڪپائي ڇڏيو هئائين ۽ قنڌار ۾ توري وقت کان پوءِ سندس حالت اچي فاقن ڪڍڻ تي پهتي.

بي وسي ۽ مجبوريءَ جي حالت ۾ هن هندستان موٽي وڃڻ جو ارادو ڪيو ۽ موٽڻ وقت غازي بيگ جي خلاف هندي زبان ۾ هجوَ طور ڪي شعر پڻ چيا.

آخر هڪ ڏينهن قنڌار ڏانهن حسرت ڀريل نگاهن سان نهاري، پنهنجي مظلوميت تي ڳوڙها ڳاڙي شهر کان ٻاهر نڪتو. ٻه چار ميل پنڌ ڪرڻ کان پوءِ حسن ابدالي اولياءَ جي درگاهه تي اچي پهتو. درگاهه ۾ گهمندي اتي هن کي پنهنجا ڪي هم وطني چهرا ڏسڻ ۾ آيا. هن بي وسيءَ جي عالم ۽ پرديس ۾، پٽ جي دل ۾ هڪ اهڙي نامعلوم ڪشش پيدا ٿي، جو هن بنا ڪنهن سوچ ويچار جي وڏي وجي هنن کي ڀڪي لڳايو. ڏورانهين ديس ۾ هم وطنين سان ملندي خوشيءَ وچان پٽ جي دل جا چاڪ کلي پيا. هن سڄي ماجرا ساڻن بيان ڪئي ۽ غازي بيگ جي خلاف هندي زبان ۾ جيڪي شعر چيا هئا، سي به ڪين پڙهي ٻڌايائين. هو دل جي بخار ڪڍڻ لاءِ اهي شعر تمام وڏي آواز سان پڙهي رهيو هو. اوڏيءَ مهل درگاهه ۾ مرزا غازي بيگ جو هڪ ملازم شهبازي خان اتي موجود هو. ڀڃا ڪندي جڏهن ڪيس معلوم ٿيو، ته هن ماڻهوءَ مرزا غازي بيگ جي شان ۾ گستاخيءَ جهڙا شعر چيا آهن، تڏهن هڪدم پنهنجن ماڻهن کي حڪم ڏنائين، ته هن ماڻهوءَ کي لٺين سان ماريو. حڪم ملندي غريب شاعر تي لٺين جي وارو وار ٿي ويئي. شاعر بيهوش ٿي ويو ۽ جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن هن فيصلو ڪيو، ته هن ٿيل ظلم جي داد رسيءَ لاءِ مرزا جي حضور ۾ پهچڻ گهرجي. اهو فيصلو ڪري هو موٽي قنڌار ۾ آيو. ڀڃا ڪندي هن کي معلوم ٿيو، ته سڀاڻي صبح جو سوير مرزا غازي بيگ فلاڻي رستي تان شڪار تي روانو ٿيندو.

ٻئي ڏينهن صبح جو سوير پٽ انهيءَ ڏس ڏنل رستي تي ڪنهن جهنگ ۾ وڃي لڪي ويهي رهيو. جڏهن غازي بيگ جي سواري سندس ويجهو آئي، تڏهن هن جهنگ مان نڪري وٺي هاءِ گهوڙا ڪئي:
"بادشاهه سلامت منهنجو داد ٿئي! آءٌ غريب شاعر ناحق ماريو ويو آهيان."

شهبازي خان به بادشاهه جي اهلڪارن سان شامل هو. ان تي نظر پوندي پٽ ڊوڙي وڃي ان جي

40

گهوڙي جي واڳ، کان ورتو.

”حضور، مون سان هن ظلم ڪيو آهي، منهنجو داد ڏئي!“

غازي بيگ شهبازي خان کي هٿ جو اشارو ڏنو. شهبازي هڪدم گهوڙي تان لهي مرزا جي اڳيان ڪنڌ نمائي، ٻانهون ٻڌي چوڻ لڳو:

عاليجاهه، هن ڪميني شاعر حضور جي شان ۾ گستاخيءَ جهڙا شعر ٿي پڙهيا. مون کي ٻاهه وٺي ويئي، مون هن کي جوڳي سزا ڏني آهي.

اهلڪارن ۾ خاموشي ڇانئجي ويئي ۽ سڀ انهيءَ ڳالهه لاءِ منتظر هئا، ته عاليجاهه ڪهڙو حڪم ٿو ڏيڻ فرمائي.

بادشاهه جو چهرو غضب ناڪ بڻجي ويو ۽ اکين ۾ خون اچي ويو. هڪل ڪيائين، ته شهبازي، تو جڏهن هن جي واتان اسان جي گلا ٻڌي هئي، تڏهن ڇو نه هن جي زبان تارونءَ کان ورائي ڇڏيئي.

هن جواب ٻڌندي اهلڪارن تي خوف طاري ٿي ويو ۽ غريب شاعر جو سڄو جسم بيد جيان ڪنبڻ لڳو. ڪجهه منٽن جي ماٺ بعد بادشاهه پنهنجي هڪ ملازم کي اڳ جو اشارو ڏنو.

”هن بدبخت کي سڀاڻي صبح جو قتل گاهه تي آندو وڃي، ته جيئن سندس زبان تارونءَ کان ورائي وڃي.“

حڪم ٻڌندي، ماڻهن جي جسم مان سياندا نڪري ويا ۽ ڪين ائين ٿي محسوس ٿيو، ته سڀاڻي شاعر جي نه، پر اسان جي زبان تارونءَ کان وڍي ويندي.

غريب پـٽ جا هوش و حواس خطا ٿي ويا. موت اکئين ڏسجي رهيو هو. هن پنهنجو پاڻ تي هزار لعنتون وڌيون. بادشاهه ۽ رحم جي اميد! هيءَ به ڪا ٿيڻ جوڳي ڳالهه هئي. هن پنهنجي عقل ۽ انهيءَ فيصلي تي پاڻ مٿان هزارها ملامتون ڪيون. هو هاڻ انهيءَ گهڙيءَ جي انتظار ۾ هو، جنهن مهل ڪيس پنهنجي شاعراڻي فن جو اجورو ملڻ وارو هو. هن جون ساري رات اکيون آسمان ۾ هيون. هن ائين ٿي چاهيو، ته شل قيامت تائين سج ئي نه اُڀري ۽ ڪائنات ۾ سدائين اوندهه ئي اوندهه هجي، ته جيئن ڪنهن حساس دل کي متاثر ٿيڻ جو موقعو ئي نه ملي. اوچتو صبح جي ٻانگ جو آواز هن جي ڪنن تي پيو ۽ هو بيهوش ٿي ويو.

صبح جو پوري تاثير تي قتل گاهه جي چوڌاري هشام ماڻهن جا ڪٺ ٿي ويا. جلاد بدنصيب شاعر جي انتظار ۾ هو. وقت پربو ويو، پربو ويو، باقي ٻه منٽ مس هئا، ته هن بدنصيب شاعر کي ٻه چوبدار گهليندا وچ ميدان تي وٺي آيا. هن جا پساهه هيٺئر پورا ٿيڻ تي هئا. مجموعي مان ڪيترن ڏانهس نهاريندي پنهنجون اکيون ڪٽي ڇڏيون. ڪن ماڻهن جي چهري مان ائين ٿي محسوس ٿيو، ته هاڻي هنن جي زبان مان سڄيءَ عمر تائين هڪ اکر به نه اُڪلي سگهندو.

مجموعي تي وڏي هيبت طاري هئي ۽ سڀئي انهيءَ فيصلي جي انتظار ۾ هئا. اوچتو پريان هڪ هاٿي جهولندو آيو. ماڻهن جو خيال هو، ته شايد شاعر کي هاٿيءَ جي پيرن هيٺان چيچلائي ماريو ويندو. هاٿي ويجهو پوندو ويو...

عين موقعي تي شهبازي خان هڪ قيمتي خلعت ۽ رپين جي ڳوٿريءَ سميت شاعر ڏانهن وڌيو.

هڪدم ڪيس اها خلعت پهرائي اچا ڳوٺري هٿ ۾ مس ڏنائينس. تہ هاٿي جهولندو اچي پر ۾ پهتو. پيلبان ٽپ ڏيئي هاٿيءَ تان لٿو ۽ شاعر کي هاٿيءَ تي چڙهڻ جو اشارو ڏنو.

مرزا غازي بيگ مجموعي جي پر ۾ هڪ محل جي دريءَ مان سڀ ڪجهہ ڏسي رهيو هو. جڏهن شاعر هاٿيءَ تي چڙهيو، تہ اوڏيءَ مهل بادشاهہ وڏي آواز اعلان ڪيو:

شهبازي، شاعر جي زبان هن نموني وڍي ويندي آهي. پڪ ڄاڻ تہ اڄ کان پوءِ هيءُ شاعر منهنجي خلاف هڪ لفظ بہ ڪين ڪڇندو.



# چار دوست

(الف)

هڪڙي ڪُوئي، هڪڙي ڪانَو، هڪڙي ڪُميءَ ۽ هڪڙي هرڻيءَ پاڻ ۾ ياراڻي رکي. چارئي گڏ هڪڙي جهنگ ۾ رهندا هئا، جتي ماڻهو ايندا ئي ڪونہ هئا.

هڪڙي ڏينهن صبح جو هرڻي تڙڪي تي وڃي هئي، تہ ڪتي جي ڀونڪ ٻڌائين. سمجهيائين تہ اهو ڪتو پڪ ڪنهن شڪاريءَ جو آهي، سو وٺي ڀڳي. پر ڪتي جو آواز ڪيس جيئن پوءِ تيئن ويجهو ٻڌڻ ۾ پئي آيو. سو هيڪاري وٺي ٿي تکڙو ڊوڙي. تان جو گهر ڪان گهڻو پنڌ پري نڪري ويئي.

(ب)

جڏهن سج لٿو تہ ڪوئو، ڪُمي ۽ ڪانءُ رات جي ماني ڪائڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا. ڏسن تہ هرڻي آهي ئي ڪانہ. پائرو، چو پلا، اَڄ ادي هرڻي ڏسڻ ۾ ئي ڪانہ ٿي اچي؟ ڪُئي هيڏانهن هوڏانهن نهاري چيو. ڪُميءَ جي البت ڪانوَ سان پوندي ئي ڪانہ هئي، سو منهن ۾ سونڊ وجهي، چوهہ مان چيائين، مان جي ڪانوَ وانگر پکي هجان ها، تہ جهنگ جو چڪر هڻي اچي اوهان کي ٻڌايان ها، تہ ادي هرڻي ڪٿي آهي؟ گهڙي رکي وري چيائين، "پر ادي ڪانوَ کي تہ ڪو خيال ئي ڪونهي!"

(ج)

ڪانو لامارو ڏئي اڏاڻو. اڏامندو ويو، اڏامندو ويو، تان جو سندس نظر وڃي هرڻيءَ تي پيئي. ويجهو وڃي ڏسي تہ مار! هرڻي تہ رسيءَ سان سوگهي ٻڌي پيئي آهي. هرڻيءَ کي دلداري ڏيئي، انهيءَ مهل ئي پوئتي وريو ۽ سگهو ئي اچي سنگتين سان حال ڪيائين. سيني گڏجي صلاح ڪئي، تہ هاڻي ڇا ڪجي!؟

"ڪُميءَ کي گهر جي سنڀال لاءِ ڇڏي، پاڻ هلي ڪا هرڻيءَ جي واهر ڪريون." ڪانوَ چيو. "جي ڪُميءَ کي بہ ساڻ وٺي هلنداسين، تہ وک وک هلڻ ڪري دير ٿي ويندي، ۽ پوءِ هرڻيءَ جي ڇڄڻ جو آسرو ڪونهي." ڪوئيءَ کي ڪانءَ جي ڳالهہ دل سان لڳي، سو ڪميءَ کي ڇڏي ڪوئو ۽ ڪانءُ روانا ٿيا.

(د)

"پر مون کي وري هت آرام ڪيئن ايندو، جو ڀيڻ هرڻي ويل ۾ ڦاسي پيئي آهي. مان بہ پوان ٿي پنڌ. هوريان ڏاڍيان، دير مدار سان نيٺ وڃي پهچنديس." اهو چئي ويچاري ڪمي بہ پنڌ پيئي.

جڏهن ڪوئو ۽ ڪانءُ هرڻيءَ وٽ پهتا، تہ ڪوئي گهڙيءَ پلڪ ۾ رسيءَ کي ڪُتري ڇڏيو. پر هرڻي اڃا آزاد مس ٿي تہ شڪاري اچي ويو. "هرڻيءَ کي ڪنهن ڇوڙيو؟" شڪاري عجب ۾ چيو! سندس

آواز ٻڌي ڪوئو هڪ ٻر ۾ لڪي ويو ۽ ڪانءُ وڃي وڻ تي ويٺو ۽ هرڻي وڻي ڀڳي. شڪاري بہ هرڻيءَ جي پويان ڊوڙيو. پر اڃا ٿورو ئي وڪون مس اڳتي وڌيو، تہ پري ڪان ڪُميءَ تي نظر پيس. اڙي واهہ! شڪاري خوشيءَ مان چيو، ”هرڻي تہ هٿ اچڻ مشڪل آهي. منهنجو شڪار چڱو. باقي ڪتي لاءِ ڪمي واهہ جي خوراڪ ٿيندي! ائين چئي ويچاريءَ ڪميءَ کي ڪٽي ٻگليءَ ۾ وڌائين. ڪانءُ وڻ تان ويٺي سڄو لقاءُ ڏٺو. سو اُڏري وڃي هرڻيءَ کي اها خبر ٻڌايائين. اِهو حال ٻڌي، هرڻيءَ کي اٽڪل سجهي آئي. ڇا ڪيائين جو مڪر ڪري، منڊڪائيندي پوئتي موٽي. شڪاريءَ جي هرڻيءَ تي نظر پيئي، سو ڏاڍو خوش ٿيو. سمجهيائين تہ هرڻي ڪنهن طرح سان منڊي ٿي پيئي آهي، سو اجهو وڃي ٿو جهليانس. شڪاري ٻگلي زمين تي ڦٽي ڪري، وٺي هرڻيءَ ڏي ڀڳو. اتي ڪُميءَ کي مليو وارو. سا سٽ ڏيئي ٻگليءَ مان ٻاهر نڪتي. سامهون ٻر مان ڪئي ٻاهر نڪري اک جو اشارو ڪيس. ڪمي تڪڙي تڪڙي رڙهي، ڪئي جي ٻر جي پرسان وڃي هڪڙي ٻوڙي ۾ لڪي. هوڏانهن هرڻيءَ کي جڏهن شڪاري وڃي ويجهو پيو. تہ هرڻي وٺي ڇلانگ ڏنو ۽ پوءِ تہ ڇال ڏيندي پري نڪري ويئي. شڪاري ٻيڙو ٿي پوئتي موٽيو. ڏسي تہ ٻگليءَ ۾ ڪُمي آهي ئي ڪانہ. پوءِ تہ ڪاوڙ ۾ پنهنجو نصيب پٽيندو، وات وٺي، گهر روانو ٿيو. هوڏانهن هي چارئي ڄڻا خوش ٿي گهر موٽيا ۽ اچي گڏجي رات جي ماني گڏجي ڪاڌائون. ان ڏينهن کان وٺي، ڪڏهن بہ ڪُميءَ ڪانءَ کي ميار ڪانہ ڏني ۽ پوءِ ڪانءُ، ڪمي، ڪوئو ۽ هرڻي خوش ٿي گڏ گذارڻ لڳا.





هڪڙي ڏينهن صبح جو هرڻي ترڪي تي ويٺي هئي، تہ ڪتي جي ڀونڪ ٻڌائين،
سمجهيائين تہ اهو ڪتو پڪ ڪنهن شڪاريءَ جو آهي، سو وٺي ڀڳي،

